# Imam Abu Hamid Muhammad Al-Ghazali

**Munqidh Minadh dhalaal**

**Chhotkaaro (Tanslation in Sindhi**

**Professor Late Ghulam Hussain Jalbani**

# ڇوٽڪارو

**(گمراهيءَ کان ڇوٽڪارو)**

# امام ابو حامد محمد بن محمد الغزالي

# ترجمو

# غلام حسين جلباڻي

**(گمراهيءَ کان ڇوٽڪارو)**

# مهاڳ

”المنقذ من الضلال“[1] امام غزالي رحمة الله عليه جي هڪ اهم تصنيف آهي. منجهس بيشمار فائدا آهن ۽ دور رس پلايون آهن. هيءُ ڪتاب ايمان جو معيار ۽ عمل جو ميزان (ساهمي) آهي، جنهن ۾ هر ڪري ڪوڙي کي پرکيو ۽ توريو ويو آهي. حقيقت ۾ هيءَ سعادت جي ڪنجي ۽ مومن جي وڃايل وٿ آهي. پڙهندڙ انهيءَ ڪتاب جي اڀياس سان پنهنجي ديني ڪمزوري دور ڪري، پنهنجي وڃايل مُوڙي واپس حاصل ڪري سگهي ٿو. ڪتاب جي مطالعي بعد، دين ۾ ڪيس ڪو به دوکو ڏيئي نٿو سگهي، ڇا لاءِ جو هي ان کي صحيح ايمان ۽ عمل سان اهڙو مسلح ڪري ٿو، جنهن جي اڳيان بيهي مقابلي ڪرڻ جي ڪنهن کي مجال ئي نٿي رهي. مخالفن جي اعتراضن کي نهايت سنجيدگيءَ سان، سواءِ ڪنهن تعصب جي، اهڙو ته ڇنڊيو ويو آهي، جو شڪ ۽ گمان جي ڪا جاءِ ئي نه رهي آهي.

سهوليت خاطر ڪتاب جو نالو ”چوٽڪارو“ رکيو ويو آهي، جنهن ۾ بلاشبه نجات جو سڀ سامان موجود آهي. و آخر دعوانا عن الحمدلله رب العالمين.

حيدرآباد (سنڌ) غلام حسين جلباڻي

7 جنوري، 1959ع

# امام غزالي
# ابو حامد محمد بن محمد الغزالي

”حجة الاسلام“[2] امام ابو حامد محمد بن محمد بن محمد بن احمد غزالي، سن 450 عيسويءَ خراسان پرڳڻي جي طوس شهر ۾ ڄائو هو. سندس والد اُنَّ ڪتڻ جو ڪم ڪندو هو ۽ ان وقت گذري ويو جڏهن امام صاحب اڃا ننڍو. وفات کان اڳ ڪين سندن پاءُ احمد سان گڏ، هڪ صوفي دوست جي حوالي ڪيو هئائين. جنهن هنن ٻنهي کي عبادت ۽ علم جي پرورش ڏني ۽ هڪ مدرسي ۾ علم جي تحصيل لاءِ ڇڏيائين. اهڙي ءَ طرح سان هي ٻئي ڀائر علم پرائڻ ۾ لڳي ويا. محمد غزاليءَ ۾ ننڍپڻ کان ئي. روشن دماغيءَ ۽ تيز فهميءَ جون نشانيون چمڪڻ لڳيون ۽ سندس وسيع فڪر ۽ خيال، فقيهن جي تنگ دائري کان ڪيس ٻاهر آڻڻ لاءِ ڇڪيندا رهيا. جڏهن پاڻ جوان ٿيا تڏهن فقيهن جي ڪٺل دليلن ۽ ڪذب آميز بيانن کان مطمئن ٿي نه سگهيا. علم الڪلام جي گهري اڃپاس لاءِ پوءِ نيشاپور[3] روانا ٿيا، جتي هڪڙي وڏي صوفيءَ، ”امام الحرمين (**سعدالدين محمد بن معين الدين محمد حموي بحرآبادي جويني**)“ جي هٿ هيٺ رهي سَکيا ورتائون ۽ اتي مختلف مذهبن ۽ انهن جي اختلافن کي چڱيءَ طرح پڙهيائون؛ ۽ ان سان گڏ، ”جدل“[4] منطق ۽ فلسفي جي به تعليم ورتائون. ان کان پوءِ تصنيف

۽ تاليف جو ڪم شروع ڪيائون ۽ هتي ئي علم متعلق ڪيس ڪجھ شڪ شبها جاڳيا. امام الحرمين جي وفات بعد سندن تعارف سلجوقي وزير”نظام الملڪ“ سان ٿيو، جنهن بغداد ۾ هڪ اهڙي مدرسي (المدرسة النظاميه) جو بنياد وڌو هو، جو ان وقت علمن جي هڪ يونيورسٽي شمار ڪيو ويندو هو ۽ هتي غزاليءَ کي سن 484 هجري، بمطابق 1091عيسوي ۾ استاد ڪري مقرر ڪيو ويو، جتي هن پنهنجي زبان جي فصاحت، ڳوڙهن نڪتن ۽ باريڪ اشارن سببان گهڻي شهرت حاصل ڪئي. بغداد ۾ رهڻ جي زماني ۾ غزاليءَ فلسفي جو عميق اڀياس ڪيو. فارابي ۽ ابن سينا جي ڪتابن جو مطالعو ڪيائين، جنهن بعد پنهنجو ڪتاب ”مقاصد الفلاسفه“ لکيائين جو فلسفي ۾ سندس دقيق ڄاڻ ۽ وسيع معلومات جو ڪافي دليل آهي. پنهنجي هن ڪتاب جي جواز لاءِ امام غزالي چوي ٿو ته هن ”فيلسوفن تي تنقيد ڪرڻ ۽ کين ڪوڙي ثابت ڪرڻ کان اڳ، انهن جي راين کي سمجهڻ جو ارادو ڪيو. جيتوڻيڪ هي ڪتاب علمي بحث جي ڪري ناميارو آهي، تنهن هوندي به سيئي دليل هن ڳالھ ڏانهن اشارو ڪن ٿا ته غزاليءَ هي ڪتاب ڪو ان علم لاءِ خاص رغبت خاطر نه لکيو آهي، مگر ان ۾ هي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته جيئن فڪري شڪ شبها ويندا رهن ۽ اندروني پريشاني باقي نه رهي. حقيقت ۾ هُن ان (ڪتاب لکڻ) بعد، پنهنجو مشهور ڪتاب، تهافت الفلا سفته“ تاليف ڪيو. جنهن ۾ هن علم جي قدر ۽ منطقي دليلن بابت پنهنجا شڪ ظاهر ڪيا آهن. اڳتي هلي،

سندس شڪ هڪ اهڙيءَ حد کي اچي پهتا. جو هن درس تدريس کان ڪناره ڪشي ڪئي، پنهنجي اهل اولاد ۽ مال کي به ڇڏي ڏنو.

” تهافت الفلاسفة“ جي لکڻ بعد يا ان کان ٿورو پوءِ، سن 1005ع ۾ هو، پنهنجي نانءَ ناموس ۽ شان شوڪت کي خير باد چئي، بغداد مان روانو ٿيو. هن راهه وٺڻ ۾ به کيس گهڻي اٽڪ ٿي ۽ نفس سان ڪٺن مجاهدو ڪرڻو پيس. سندس بلند مثال هن دنيا کان گهڻو مٿانهون هو ۽ هن خوب محسوس ڪيو ته هو دنيا جي رذيل شين جي مقابلي ڪرڻ جي پوري طاقت رکي ٿو ۽ ان جي ”عملن“ کي ”غير علمي“ طريقي سان باطل ثابت ڪرڻ جي منجهس ڪافي سگهه آهي، مگر هي يقين ٿي چڪو هوس ته هاڻ اهو سندس فرض آهي ته هو هڪ بئي رستي تي هلي، جو کيس هن دنيا کان گهڻو گهڻُو مٿي کڻي وڃي، ۽ جتي هو حقيقتن جي اونهاين کي خوب سمجهي سگهي.

هن عرصي ۾ غزالي هڪ سخت بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پيو، جنهن ڪانئس دنيا ۾ رهڻ جو آسرو ئي ڇڏائي ڇڏيو. پر عين ان وقت سندس حقيقي مهم جو راز کلي پيو. بس پوءِ ته پنهنجي نفس جي سڌاري ۽ صفائيءَ لاءِ صوفيانه مشقن ۾ لڳي ويو، تان جو هو آئينده کي منهن ڏيڻ لاءِ بلڪل تيار ٿي ويو ۽ ديني سڌاري، اجتماعي ۽ سياسي اصلاح ۽ اسلامي دنيا جي پلي جي ڪم لاءِ لائق ٿي ويو. اسلامي دنيا ان وقت غزالي جهڙي ماڻهوءِ جي ڏاڍي محتاج هئي، جڏهن يورپ ۾ صليبي لشڪر، مسلماني ملڪن تي حملي ڪرڻ جون تياريون ڪري رهيا هئا ۽ هن پاڻ کي ديني عقيدي جي بچاءِ لاءِ خوب تيار ڪري رکيو هو.

منجهس هي عقيدو گهر ڪري ويو هو ته هو پين جو سڏارو به تڏهن آڻي سگهندو، جڏهن پهريائين هو پنهنجو سڏارو آڻيندو ۽ پيو ته هو انهن مجددن (دين ڪي جيارينڌڙن) مان ٿيندو، جن جي لاءِ حديث ۾ آيل آهي. ته الله تعاليَ هر سئو سال پڄاڻا انهن ڪي (مجددن ڪي) موڪليندو آهي.[5]

(5 ان الله يرسلهم علي راس كل مئة سنة) يرويه الصحابي الجليل أبو هريرة رضي الله عنه عَنْ رَسُولِ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ أنه قال ) : إِنَّ اللَّهَ يَبْعَثُ لِهَذِهِ الْأُمَّةِ عَلَى رَأْسِ كُلِّ مِائَةِ سَنَةٍ مَنْ يُجَدِّدُ لَهَا دِينَهَا( رواه أبو داود (رقم/4291 (

بغداد كان نڪري هو حج بيت الله جي ارادي سان راونو ٿيو ۽ ڏهن ورهين تائين، فقيرن جي لباس ۾ سرگردان، هڪ هنڌ كان ٻئي هنڌ ڦرندو رهيو. دمشق كان بيت المقدس، اتان وري مصر ويندي، اسڪندريه تائين چڪر ڪاٽيندو رهيو ۽ اهو سارو وقت عبادت، پرهيزگاريءَ ۽ نفس سان مجاهدي ڪرڻ ۾ گذاريائين. نيٺ مختلف شهرن جو گشت ڪندو، مسجدن جون زيارتون ماڻيندو، بيابانن ۽ برپٽن ۾ اجهو ڳوليندو، غارن ۾ نويڪلو ٿي گهڙيون گهاريندو، ۽ پيون ڪيتريون ئي سختيون سهندو ۽ ڏک ڏولاوا ڏسندو (نيٺ موٽي وطن پهتو). هن سفر جي آخر ۾ دين جي دعوت ڏيڻ جي پڪي ارادي ڪرڻ بعد، ماڻهن كي پاڻ سڏاري آڻڻ لاءِ، عمل جو طريقو اختيار ڪيو. پوءِ سهي سنپري پنهنجو ڪتاب”احياءُ العلوم الدين“ لکيائن. ان کن پوءِ هو نيشاپور ڏانهن واپس وريو. هتي اچڻ سان هو درس تدريس، وعظ ۽ تعليم، عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو. آخرڪار پنهنجي ئي وطن”طوس“ ۾ سن 505 هجري بمطابق 1111ع ۾ وفات ڪيائين. (ابو حامد محمد غزاليءَ جو مقبرو

بغداد ۾ هڪ وڏي قبرستان ۾ آهي) جيڪو حضرت عبدالقادر گيلاني جي مقبري ۽ مسجد کان ٿورو پري آهي. (م.ع.چ: مون پاڻ 1980ع ۾ ڏٺو. طوس ۾ سندس ڀاءُ احمد غزاليءَ جو مقبرو آهي.)

غزاليءَ جي اڀياس مان اسين ڏسون ٿا ته سندس حياتيءَ ۽ سندس ماحول درميان ڪيترو نه گهرو تعلق آهي. جهڙيءَ طرح سندس اندروني پريشاني ۽ فڪرن ۽ شڪن کيس پنهنجي زندگي بدلائڻ لاءِ آماده ڪيو، اهڙيءَ طرح ان سندس مسافريءَ سندس عبادت ۽ سندس رياضت پڻ سندس خيالن کي ڦيرڻ، سندس طريقي کي مقرر ڪرڻ ۽ دين ۾ عملي اصلاح آڻڻ لاءِ کيس شوق ڏيارڻ ۾ ڪافي اثر پيدا ڪيو آهي. ڏسجي ٿو ته هنن ڏهن سالن ۾ غزاليءَ لکپڙه جو ڪم هٿان نه ڇڏيو هو. مگر ڪن ٿورن وقتن تي، جي هن عبادت ۽ جاءِ مٽائڻ (هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ وڃڻ رهڻ) ۾ صرف ڪيا. ان عرصي ۾ امام صاحب ”احياءُ العلوم الدين“ جو ڪافي حصو لکي چڪو هو، ۽ ٻيا به ڪيترائي ديني ڪتاب تصنيف ڪري چڪو هو. لهذا سندس تصنيفن جو شمار گهڻو وڏي ويو هو. سندس سڀ بحث مباحثا ديني فڪر جي چوڌاري ڦرن ٿا. جنهن لاءِ هن پنهنجي ساري زندگي وقف ڪري ڇڏي هئي.

سندس تصنيفات جي امتيازي ۽ نادر خصوصيت هيءَ آهي جو انهن ۾ موضوع جي وحدت (وحدة الموضوع) قائم رکي وئي اهي ۽ منجهن بنيادي فڪر جي ڇنڊڇاڻ پيش ڪيل آهي ۽ پنهنجي نظرين جي بچاءِ لاءِ سمجهاڻيءَ جي طاقت سمايل آهي. حقيقت ۾ غزاليءَ کي پنهنجو نرالو اسلوب هو، جنهن مان حياتي چوليون هٽي ٿي نڪري ۽ جو لفظي

صنعت کان خالي آهي ۽ چٽائي ۽ صفائي سان بلڪل ڀرپور آهي. پڙهندڙ ائين پيو محسوس ڪندو ته هتي هڪ دل آهي، جي پڙڪا پيئي ڪائي ۽ هڪڙو فڪرو آهي جو گشت پيو ڪري ۽ هڪ ارادو آهي جو لَڪائي رهيو آهي، جڏهين غزاليءَ جو توجهه سندس لغوي غلطين، لفظن ۽ ترڪيبن تي پوري ڌيان نه ڏيڻ طرف ڇڪايو ويو، تڏهين جواب ۾ چيائين ته ”سندس اصلي مقصد آهي، معنائون بيان ڪرڻ ۽ انهن جي تحقيق ڪرڻ ۽ نه لفظن ۽ جملن جي چنڊڇاڻ ڪرڻ.“ اسين الله سائينءَ جي ساراهه ڪريون ٿا. جو امام صاحب جن لغت جي علمن ۾ پاڻ کي مشغول نه رکيو ۽ نه وري لفظي صناعت جي ڪم جو اهتمام ڪيو، چاڪاڻ ته جيڪڏهن هو ان طرف توجهه ڏئي ها ته پوءِ سندس لکيت جي سمجهاڻيءَ ۾ اهڙي قوت ۽ اهڙو جوهر نه هجي ها.

اسين هتي غزاليءَ جي سڀني ڪتابن کي شمار ڪرڻ نٿا گهرون، باقي انهن مان سندس ڪن اهم ڪتابن جي ذڪر ڪرڻ تي ڪفايت ڪريون ٿا، ڇا لاءِ جو انهن جو فلسفي سان تعلق آهي. انهن مان هڪ آهي ”المنقذمن الضلال“ جو هن پنهنجي پوين ڏينهن ۾ تصنيف ڪيو هو. پنهنجي موضوع جي لحاظ کان ادبي دنيا ۾ ان جهڙا ڪي ٿورڙا ڪتاب لڀندا. هي ڪتاب، اسان جي اڳيان غزاليءَ جي تفڪر ۽ حقيق جي ڀٽيان سندس جدوجهد جي حالات جي شرح بيان ڪري ٿو. اهو گويا سند س فڪري زندگي جو ترجمو آهي، جو اسان کي غزالي جا شڪ شبها ۽ مختلف مذهبن تي سندس بحث مباحثا کولي ٻڌائي ٿو ۽ آخر ۾ اها راءِ پيش ڪري ٿوجنهن کان هو مطمئن ٿيو آهي، تنهن کان پوءِ، فلسفي ۾

سندس ڪتاب جهڙوڪ ”مقاصد الفلا سفة“ ۽ تهافت الفلاسفة“ ۽ منطق ۾ ”معيار النظر“ ۽ اخلاق ۾ ”ميزان العمل“ مشهور آهن، سندس ڪتابن ۾ زياده ناميارو ۽ وڏو ڪتاب ”احياءُ العلوم الدين“ آهي، جنهن ۾ هن مسلمانن جي چوٽڪاري جا رستا ٻڌايا آهن ۽ هنن لاءِ عقيدن جي حقيقت کولي سمجهائي آهي ۽ معاملات ۽ عبادت کي مفصل طور بيان ڪيو آهي.

# المنقذ مِنَ الضَّلال

## ديباچو

سڀ ساراهه انهيءَ الله سائين کي سونهي، جنهن جي شان سان هر رسالو ۽ مقالو شروع ڪيو وڃي ٿو. ۽ برڪتون محمد مصطفيٰ ﷺ تي هجن، جو نبوت ۽ رسالت جو صاحب آهي ۽ سندس آل ۽ اصحاب تي هجن، جي گمراهيءَ کان هدايت جي راهه ڏيکاريندڙ آهن.
هاڻي، اي منهنجا ديني ڀاءَ[6] تو مون کان پڇيو آهي ته مان تنهنجي اڳيان کولي پڌرو ڪريان ته عملن جي منزل مقصود ڇا آهي؟ ۽ انهن جا ڪهڙا راز آهن؟ مذهبن ۾ ڪهڙيون منجهائيندڙ ڳالهيون ۽ ڪهڙيون اونهاريون آهن؟ مان توکي اهو به ٻڌايان ته مختلف فرقن ۾ جو مونجهارو آهي، ان مان حق کي جدا ڪري ٻاهر آڻن ۾ مون ڪهڙيون تڪليفون سٺيون؟ ۽ اهو به ٻڌايان ته مان تقليد جي تري کان مٿي ٿي، صحيح مشاهدي جي بلندي تي پهچڻ ۾ ڪهڙيءَ جرئت ۽ همت کان ڪم ورتو. تون چاهين ٿو ته مان توکي هيءَ خبر ڏيان ته مون پهريائين ”علم الڪلام مان ڪهڙو فائدو حاصل ڪيو؟ ۽ پوءِ ”اهل التعليم“ وارن جي طريقي ۾ ڪهڙيءَ ڳالهه کي ڌاريم، جي حق کي هٿ ڪرڻ لاءِ امام (معصوم) جي تقليد جو شرط لڳائين ٿا ۽ ان بعد فلسفي جي طريقي بابت ذڪر ڪريان، ته ان ۾ ڪهڙي ڳالهه کي رد ڪيو اٿم ۽ آخر ۾ مون

تصوف کي چو پسند ڪيو ؟ علاوه ان جي توکي هي پڻ چاڻ ڏيان ته ماڻهن جي مختلف عقيدن جي سمجهڻ لاءِ جا مون (لاڳيتي) جستجو ۽ ڳولا ڪئي، ان سان سچ جو نچوڙ مون اڳيان ڪيئن کلي ظاهر ٿيو. ان مان هي به توکي معلوم ٿيندو ته بغداد ۾ علم جي نشر ۽ اشاعت کان مون کي ڪهڙيءَ چيز پري رکيو، حالانڪ اتي شاگرد به گهڻا هئا، ۽ وري گهڻي عرصي گذرڻ بعد ڪهڙيءَ ڳالھ مون کي موٽائي نيشاپور آندو اهو مان تنهنجي گذارش جو جواب ڏيان ٿو، چاڪاڻ ته ڏسان ٿو ته تون هي سڀ ڪجھ دل جي سچائيءَ ۽ چاھ سان پڇي رهيو آهين. الله سائين جي امداد گهرندي، مٿس توڪل رکندي، سندس توفيق طلبيندي، ۽ وٽس ئي پناھ وٺندي، چوان ٿو ته اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته شال الله تعاليَ اوهان کي هدايت ۾ ڪامل ڪري ۽ حق تي هلڻ اوهان لاءِ آسان ڪري، ته ماڻهن جو دينن ۽ قومن ۾ جيڪو اختلاف آهي ۽ مذهبي رهنمائن ۾ گهڻن فرقن ۽ طريقن سببان، جيڪا (پاڻ ۾) مخالفت آهي، سو سڀ سچ پچ هڪ اونهي سمنڊ مثل آهي، جنهن ۾ اڪثر لوڪ ٻڏي ويا، ۽ وجي ڪي ٿورا سلامت بچيا، هرهڪ فرقو ائين ٿو سمجهي ته هو ئي چوٽڪاري وارو آهي. (کل حزب بما لديهم فرحون) ”هر جماعت پنهجي ئي ۾ مست آهي.“ [7] اها حقيقت آهي جنهن ڏانهن نبين جي سردار اڳيئي اشارو فرمايو آهي ته ”منهنجي امت ٿيهتر فرقا ٿيندي، جنهن ما چوٽڪاري واري فرقو فقط هڪ هوندو“ [8] سندن هي اشارو اڇي سچ ثابت ٿيو آهي. ( (حديث) ستفترق امتي ثلاثاً و سبعين فرقة الناجية منها واحدة )

جوانيءَ جي شروعات کان ئي جڏهن اجا ويهن سالن جي عمر کي نه رسيو هوس، ويندي اڄ ڏينهن تائين جڏهن چمار پنجاهه کان اڳيرو ٿي چڪي آهي، مان هميشه هن اونهي سمنڊ جون چوليون جهاڳيندو، سندس تهه ۾ بهادرن جيان ۽ نه گيديءَ ۽ بزدل مثل ٽپيون هڻندو رهيس؛ هر اونداهيءَ جي چيڙي تائين ڪاهيندو ويس. هر مشڪل سان بلڪل بي پرواهيءَ سان پيش آيس ۽ سڀ ڪنهن اوڙاهه ۾ ڏڪيندو ويس ۽ هر فرقي جي عقيدي جي جاچ ۽ هر قوم جي مذهب جي رازن جي تحقيقات ڪندو رهيس، ته جيئن حق ۽ باطل کي هڪ ٻئي کان الڳ ڪري پڌرو ڪريان ۽ اهل سنت ۽ اهل بدعت درميان فرق ظاهر ڪريان.

جڏهن ڪو ”باطني“[9] ٿي منهن پيو، تڏهن ان جي ”بطانت“ کي سمجهڻ لاءِ چاهه سان ڪوشش ٿي ڪيم ۽ جڏهن ڪنهن ”ظاهري“[10] سان ٿي ملاقات ٿي ته ان وقت سندس”ظهارت“ کان واقف ٿيڻ کان سواءِ ڪيس نٿي ڇڏيم، وري جڏهن ڪو فيلسوف ٿي ميلو، تڏهن به اهو ئي قصد ڪيم ته ان جي فلسفي جي تهه کان پاڻ کي با خبر رکان. مون ڪنهن به ”متڪلم“[11] کي بغير سندس ڪلام ۽ بحث جي غرض کي پروڙڻ کان سواءِ نه ٿي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح مونکي جڏهن ڪو ”صوفي“ ٿي مليو تڏهن ان جي ”تصوف“ جي راز کي رسڻ لاءِ ڪا به ڪسر باقي نه ٿي ڇڏيم جنهن وقت ڪنهن ”عابد“ بندي کي ٿي ڏٺم، تنهن وقت هي جاچيندو رهيس ته آخرڪار سندس ”عبادت“ جو انجام ڪهڙو آهي“ ”زنديق“[12] ۽ ”معطل“[13] سان جڏهن معاملو

ٿي درپيش آيو، تڏهن به  اها ئي ڌُن رهي ته انهن ڳالهين کي ڳوليان ۽ سمجهان جن هن کي اهڙي  ”مذهب“ اختيار ڪرڻ لاءِ پڙڪايو ۽ آماده ڪيو آهي.

[7] (قرآن شريف) ڪُل حزب بمالد يهم فرحُون

[9] ڳجهو عقيدو رکندڙ. ”بطانت“ جي معنيٰ آهي راز ۽ ڳجهه. ان جو هت مطلب آهي ڳجهو عقيدو.

[10] ”ظاهري“ هڪ فرقو آهي، جو داؤد ظاهريءَ ڏانهن منسوب آهي. اهو فرقو قرآن ۽ حديث جي فقط ظاهر کي وٺندو آهي، ۽ بس.

[11] ”متڪلم“ اهو آهي، جو قرآن ۽ حديث جي طرف کان ڳالهائي.

[12]”زنديق“ ان کي ٿو چئجي، جو زمان جي بقاءِ جو قائل هجي، ۽ سندس عقيدو هجي ته هيءَ دنيا ائين پئي هلندي ۽ فنا نه ٿيندي يعني دهري ۽ ملحد.

معطل  [13] الله تعاليٰ جي صفتن جي انڪار ڪندڙ کي”معطل“ سڏجي ٿو.

شين جي حقيقتن کي پروڙن جي پياس ننڍپڻ کان وٺي ئي منهنجي عادت ۽ خصلت  ٿي چڪي  هئي، اها هڪ طبعي ۽ فطرتي شيءِ هئي، جا الله تعاليٰ منهنجي سرشت ۾ رکي هئي. هيءَ  نه ته منهنجي اختياري ڳالهه هئي ۽ نه وري ڪا حيله سازي. هلندي هلندي جيئن جوانيءَ جي ويجهو آيس، تيئن تقليد جي رسي منهنجي گردن مان وئي ڍري ٿيندي ۽ اهي عقيدا، جي ورثي ۾ مليا هئا، سي ڀڃي ڀور ٿيا، ڇاڪاڻ جو ڏٺم ته عيسائي ٻار عيسائيت تي ئي نپجي وڏا ٿين ٿا. اهڙيءَ  طرح سان يهودين جا نينگر،  يهوديت تي وڌن ٿا ۽ مسلمانن جو اولاد وري مسلم گهر جي پرورش وٺي ٿو. نبي سائين جن جي حديث اڳيئي  ڪنين پئي  هئي. جنهن ۾ پاڻ فرمايو  هئائون ته ”هر ٻار فطرت تي پيدا ٿئي ٿو؛  پر پوءِ ان جا پيءُ ماءُ آهن، جي ان کي يهود،

نصراني ۽ مجوسي بنائين ٿا،“[14] ( [14] (كُل مولود يولد علي الفطرة فابوآه يهو دآنہ و ينصر آنہ و يمجسانہ)

**2658حدثنا حاجب بن الوليد حدثنا محمد بن حرب عن الزبيدي عن الزهري أخبرني سعيد بن المسيب عن أبي هريرة أنه كان يقول قال رسول الله صلى الله عليه وسلم ما من مولود إلا يولد على الفطرة فأبواه يهودانه وينصرانه ويمجسانه كما تنتج البهيمة بهيمة جمعاء هل تحسون فيها من جدعاءثم يقول أبو هريرة واقرءوا إن شئتم فطرة الله التي فطر الناس عليها لا تبديل لخلق الله الآية )**

بس پوءِ ته اصلي فطرت جي حقيقت كي سڃاڻڻ لاءِ منهنجي اندر ۾ هڪ جوش جاڳيو ۽ ارادو ڪيم ته انهن عقيدن جي حقيقت كي به سمجهان، جي والدين ۽ استادن جي انڌي تقليد ڪرڻ سبب پيدا ٿين ٿا. ۽ هن تقليد ۽ تعليم ۾ فرق به ظاهر ڪريان، جن جي ڪري حق ۽ باطل جي امتياز ڪرڻ ۾ اختلاف نمودار ٿئي ٿو. لهذا پنهنجي دل ۾ چيم ته سڀ كان اول، منهنجو مطلب شين جي حقيقتن جي ڄاڻ سڃاڻ لهڻ آهي، تنهن ڪري اهو ضروري آهي ته علم جي حقيقت جي جاچ ڪئ وڃي ته اها ڇا آهي؟ پوءِ هيءَ ڳالهه مون اڳيان ظاهر ٿي پيئي ته ” يقيني علم“ ئي آهي، جنهن ذريعي شيون اهڙو ته كلي پڌريون ٿين ٿيون، جو پوءِ شڪ جي ڪا جاءِ نه ٿي رهي، جنهن ۾ غلطي ۽ وهم جو ڪو امڪان ئي نه آهي، نه وري ڪو دل ۾ ئي اهڙو خيال اچي سگهي ٿو. يقيني علم، خطا كان هر حالت ۾ خالي هجي ۽ غلطي كان اهڙو اڻ ڱس ۽ سلامت هجي، جو جيڪڏهن ان كي ڪوڙي ڪرڻ جي ڪيتري به ڪوشش ڪئي وڃي، ته اها ڪنهن به قسم جو ڪو شڪ ۽ انڪار پيدا نه ڪري، پوءِ اهڙي ڪوشش اهو شخص ئي ڇو نه ڪري، جو پٿر كي سون ۾ بدلايو ڇڏي، ۽ لٺ كي نانگ جي صورت ڏيئي سگهي! هاڻي جڏهن مون كي پڪ آهي ته ڏه، ٽن كان وڌيڪ آهن ته پوءِ ان حالت ۾ جيڪڏهن ڪو كڻي مون كي چوي ته ”نه نه ، ٽي ڏهن كان وڌيڪ آهن ۽ ان جي ثابتيءَ ۾ مان هن لٺ كي نانگ ٿو بنائي ڏيكاريان“

۽ پوءِ سچ پچ جيڪڏهن ائين ڪري به ڏيكاريائين ۽ مون خود پاڻ اکين سان به ڏٺو، پر ان سببان جنهن ڳالهه جو مون كي علم آهي (ته ڏه ٽن كان گهٽا آهن) تنهن ۾ ڪنهن به قسم جو شڪ پيدا ٿي نه ٿو سگهي. هان هن

جي اهڙي شعبده بازيءَ تي عجب ضرور ڪائيندس، باقي پنهنجي علم ۾ شڪ ته ڪڏهن به ڪري نه ٿو سگهان، ان ڪان پوءِ هي به سمجهيم ته جنهن به شي کي مان هن نموني سان نٿو ڄاڻان ۽ ان تي هن قسم جو ڪو يقين به آڻي ٿو سگهان. ته پوءِ اهو علم بي پروسي ۽ بي سلامتي نه آهي، سو ”يعني علم“ هرگز نه آهي.

# بي اعتقادي ۽ علمن جو انڪار[15][1]

# 1 - مَدَاخِلُ السَفْسَطة وجَحْد العُلوم

مون پوءِ پنهنجي علمن جي تفتيش شروع ڪئي، ۽ ڏٺم ته مان اهڙي علم (يقيني علم) کان بلڪل ڪورو آهيان، فقط اهي شيون جن جوتعلق حواسن سان آهي، يا جيڪي ”ضروري سچ“ آهن، تن کان سواءِ پيو ڪجھ به نه ٿو چاٽان تنهن ڪري چيم ته هاڻي هن نا اميديءَ کان پوءِ مشڪل ڳالهين کي سمجھڻ ڪاڻ مون لاءِ رڳو هڪڙي واٽ کليل آهي، ۽ اها هيءَ آهي ته شين کي ظاهر ظهور هجڻ جي بنياد تي سمجھيو وڃي ۽ اهي (ظاهر ظهور) ضروري سچ ۽ حواس ورايون شيون آهن (جن کي انسان بخوبي ڏسي سگھي ٿو، ۽ خيال ۾ آڻي سگھي ٿو) لهذا اهو ضروري ٿي پيو آهي ته پهريائين انهن کي بخوبي سمجھجي ته جيئن هي يقين ٿئيم ته منهنجو محسوسات تي پروسو ڪرڻ ۽ ضروريات کي غلطين کان آجو سمجھڻ به اهڙو ئي آهي چا جهڙو

---

1 [15] مداخل السفسطته و جحداالعلوم؛- سفسطته، يوناني لفظ آهي (سوفيزما Sophisma جنهن جي معنيَ آهي شين جي چاڻ ۾ مهارت هجڻ“ انهيءَ مان ئي يوناني لفظ”سفسطيس“(sophists) نڪتل آهي، هاڻ ان مان مراد آيه ماڻهو آهن، جي ڦلائيندڙ قول استعمال ڪن ٿا ۽ ڪلام ۾ ٻئي کي ٺڳڻ خاطر مغالو پيدا ڪندا آهن، چاڪاڻ ته انهن تعليم کي هڪ هنر ڪري ورتو هو ۽ پنهنجن شاگردن کي اهڑا سبق پڙهائيندا هئا. جيئن هو بحث مباحثي ۾ ڪامياب ٿي نڪرن ۽ مخالف جي هر دليل کي صيح يا غير صحيح طريقي سان ڏاهي وجهن.

مان هن ڪان اڳ تقليد جي معاملي ۾ سمجهندو هوس ته ان ۾ ڪا غلطي ڪانهي، يا جيئن جو اڪثر ماڻهو نظر يات ڪي غلطين ڪان دور ۽ سلامت خيالن ڪن ٿا؛ منهنجو پروسو هڪ ثابت حقيقت مثل آهي، جنهن ۾ ڪو به شڪ نه آهي! پوءِ ته محسوسات ۽ ضروريات تي غور لاءِ نهايت ڪوشش ساڻ متوجه ٿيس ته جيئن ڏسان ته مون کي انهن متعلق ڪو شڪ ته نه آهي، (يا ڪو شڪ جو امڪان به آهي.) ليڪن هن شڪ پيدا ڪندڙ ڪوشش، آخر ڪار مون کي هن نتيجي تي آڻي رسايو، جو مان محسوسات کي به غلطين کان سلامت نه سمجهڻ لڳس، هي شڪ ويو وڌندو ۽ پکڙبو ۽ بڌائڻ لڳو ته محسوسات تي پروسو ڪيئن ٿو ڪري سگهجي؟ سڀ کان زياد ه طاقتور حس اک جو آهي ۽ اها به جڏهن پاڇي کي ڏسي ٿي ته سمجهي ٿي ته اهو بيٺو آهي ۽ چُري ڪو نه ٿو، ۽ پوءِ اهو فيصلو ٿي ڪري وجهي ته پاڇي کي ڪا حرڪت ڪانهي، مگر ڪجھ وقت کان پوءِ تجربي ۽ مشاهدي ڪرڻ مان جاڻي ٿي ته اهو چرندڙ آهي ۽ اهو (سج جي ڪري پيدا ٿيل پاڇو) ڪو هڪ ئي دفعي ڪو نه چُريو آهي پر در جي بدر جي ٿور ٿورو ٿي چرندو رهيو آهي ايتري قدر جو هو ڪنهن به وقت هڪ هنڌ بيٺو ئي ڪونهي وري جڏهن تاري جي طرف نهاري ٿي، ته ان کي دينار برابر ننڍو ڏسي ٿي، ليڪن جاميٽري (هندسه) جي حساب هي ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته اهو مقدار ۾ زمين کان به وڏو آهي. محسوسات جا اهي ۽ اهڙا ٻيا به گهڻائي مثال آهن، جو اُنهن متعلق حس پنهنجو حڪم ڏئي ٿو ته وري عقل ان کي اهڙو ڪوڙو ڪري ٿو ڏيکاري، جو حس

لاءِ پنهنجي بچاءَ جي ڪا راهه ئي نه ٿي رهي. پوءِ چيم ته محسوسات تي ڀروسو به هاڻ نه رهيو غالباً ”عقليات“ جي بنادي (پهرين اصولن مان آهن، شايد اهي اعتبار جوڳا هجن. جيئن اسان جو چوڻ ته ڏهه ٽن کان وڏيڪ آهن ۽ نفي ۽ اثبات ڪنهن به شيءِ ۾ هڪ ئي وقت جمع ٿي نٿا سگهن ۽ جيئن ته ڪابه شيءِ حادث ۽ قديم ٿيو نٿي سگهي ۽ نه وري موجود ۽ معدوم يا واجب ۽ محال.[16]

[16] معدوم؛ نابود، فنا ٿيل، واجب ؛ ضروري، لازمي ، محال؛ ناممڪن غير ضروري، اجايو.

اتي حس ڦري چوڻ لڳو ته ”چا عقليات تي ڀروسي رکڻ مان به تون اها اميد نه ٿو رکين جيڪا محسوسات تي ڀروسي رکڻ ۾ رکي هيئي؟ تحقيق هن کان اڳ تون مون تي ڀروسو ڪندو آئين، پر جڏهن وري عقل آيو ته ان اچي مون کي ڪوڙو ڪيو ۽ سچ پچ جي عقل وچ ۾ نه اچي ها، ته تون مون کي صحيح سمجهندو رهين ها. ممڪن آهي ته عقل جي ادراڪ کان ٻاهر ڪا ٻي شيءِ هجي، جا جڏهن ظاهر ٿئي ٿي ته اچي هن عقل کي به ڪوڙو ڪري! ۽ جهڙي طرح جڏهن عقل ظاهر ٿيو تڏهن حس کي ڪوڙو ڪري ڏيکاريائين؛ پر اهڙي ادراڪ جو رونما (ظاهر) نه ٿيڻ ڪو ان جي نه ٿيڻ ۽ نه  هئڻ جو دليل نه آهي!
منهنجي دل ته پوءِ ان جي جواب ۾ ذرا هٻڪي پئي، ۽ حواس سندس شڪ کي، ننڊ واريءَ حالت جي مثال مان  وڌائيندا رهيا ۽ کيس چوڻ لڳا ته ڇا تون جو ڪجهه ننڊ ۾ ڏسين ٿي، ان تي اعتبار نه ٿي ڪرين ۽

اتي ڪيترين حالتن کي خيال ۾ آڻين ٿي، جن کي تون قائم دائم سمجهين ٿي ۽ انهن ۾ ڪو شڪ نه ٿي آڻين پر وري جڏهن تون جاڳين ٿي ته ڄاڻين ٿي ته هي سڀ خيال ۽ پروسا بي بنياد ۽ بي اصول هئا.

لهذا تون ان ڳالهه تي ڪيئن يقين رکي سگهين ٿي ته هو جيڪو ڪجهه تون جاڳڻ جي حالت ۾ حس يا عقل سان سمجهي ڪرين ٿي، سو سڀ، بنسبت تنهنجي موجود حالت جي، صحيح ۽ سچ آهي ؟ ممڪن آهي تنهنجي مثان اهڙي حالت اچي وئي آهي (وارد ٿئي)، جنهن جو لاڳاپو تنهنجي جاڳڻ (سجاڳي) تنهنجي جاڳڻ واريءَ حالت سان اهڙو هجي، جهڙو تنهنجي جاڳڻ واريءَ حالت جو تنهنجي ننڊ واريءَ حالت سان آهي ۽ تنهنجي سجاڳي (جاڳڻ واريءَ حالت) بنسبت انهيءَ (حالت) جي ننڊ مثل هجي! پوءِ جڏهين تون انهيءَ حالت کي رسندين ته اتي توکي يقين ٿي ويندو ته جيڪو تو عقل سان سوچيو سمجهيو هو، اهو سڀ بي فائدو خيال هو ۽ بس شايد اِها اُها حالت هجي، جنهن جي صوفي دعويَ ڪن ٿا، هو چون ٿا ته جڏهن هو پاڻيءَ ۾ ٻيون هڻن ٿا ۽ پنهنجن حواسن کان گم ٿيو وڃن ٿا، تڏهن هو ان وقت اهڙين حالتن جو مشاهدو ڪن ٿا، جي عقل (معقولات) سان نهڪي نه ٿيون اچن.

اها حالت شايد موت آهي، جنهن ڏانهن الله جي رسول اشارو فرمايو آهي ته ”ماڻهو ننڊ ۾ آهن، جڏهن مرندا، تڏهن سجاڳ ٿيندا.“ ٿي سگهي ٿو ته هن دنيا جي حياتي، بنسبت آخرت جي، مثل ننڊ جي هجي، پوءِ جڏهن ڪو مري ٿو ته هو اتي اهڙيون حالتون ڏسي ٿو جي هن دنياوري زندگي جي خلاف آهن ۽ پوءِ ان وقت کيس چيو وڃي ٿو ته ”تحقيق اسان تنهنجو پردو تو تان هٽايو آهي، سو اڄ ڏينهن تنهنجي نظر ڏاڍي تيز آهي.“[17] [17] قرآن شريف؛ **وکشفنا عنک غطاءَ ک فبصرُک اليوم الحديد**.(سورة ق 50.22)

گمراهي کان بچائيندڙ.[1]

[2] امام غزاليءَ کي(حجة الاسلام جو لقب مليل هو.

[3] ايران ۾ هڪ شهر

[4] ”علم الجدل“ اهو علم آهي. جنهن ۾ رائزني ۽ بحث مباحثو ڪيو ويندو آهي.

[5]

[6]هت ” ديني ياءَ “ مصنف جي تصور ۾ آيل شخص ڏانهن اشارو آهي، ته جيئن سلڻ ۾ سهنجائي ٿئي ۽ بس.

جڏهن هي خيال منهنجي دل م آيا ۽ گهٽو اندر پئي ويا، تڏهن انهن لاءِ ڪنهن علاج ڳولڻ جي ڪوشش ڪيم ، مگر ڪا آساني ميسر ٿي نه سگهي، چاڪاڻ ته آخر ان سڀ ڪي ڪنهن دليل سان دفع ڪرٽو هو، ڪنهن دليل ڪڙي ڪرڻ لاءِ وري بنيادي اصولن (العلوم الاوليه) جي چاڻ ضروري آهي ۽ جيستائين ان ڳالهه کي تسليم نه ڪيو وڃي ته لاعلاج ٿي پوندو ۽ تقريبن به مهينا اچي گذريا جو مان به اعتماديءَ جي حالت ٿي پوي. جيتوڻيڪ زبان سان اهڙو اقرار نه ٿي ڪيم. نيٺ الله تعاليٰ انهيءَ مرض کان شفا نصيب ڪئي، ۽ منهنجو نفس تندرستيءَ ۽ اعتدال ڏانهن موٽي آيو. عقلي ضروري شيون (الضرور يات العقليه) وري مقبول پيون ، ۽ مان انهن تي امن ۽ يقين سان پروسو رکڻ لڳس مگر هي ڪو دليلن جي نظم و نسق يا ڪلام جي ترتيب سببان نه هو،

مگر ان روشنائي سببان هو، جا الله تعاليَ منهنجي سيني ۾ پلٽي، ۽ اها روشنائي پوءِ گهٽن ئي علمن جي لاءِ ڪنجي ٿي پيئي.

هاڻي جو شخص اهو گمان رکي ٿو ته ڪشف صاف دليلن تي موقوف ۽ مختصر آهي ته پوءِ ان چٽڪ الله تعاليٰ جي وسيع رحمت کي تنگ ڪيو آهي ۽ جڏهن الله تعاليٰ جي رسول کان "الشرح" جي معنيٰ پڇي ويئي جيئن جو قرآن پاڪ ۾ آهي ته فمن يرد الله ان يهد يه يشرح صدره للاسلام[1]

[1] جنهن کي الله تعاليٰ هدايت ڏيڻ چاهيندو آهي ته پوءِ ان جو سينو اسلام لاءِ ڪشادو ڪندو آهي.

تڏهن پاڻ فرمايائون ته اهو هڪ نور آهي، جو الله تعاليٰ دل ۾ پلٽي ٿو،"[2] ( [2] هو نور يقذ فہ الله تعاليٰ في القلب)

جڏهن کانئن دريافت ڪيو ويو ته ان جي نشاني ڇا آهي، تڏهن فرمايائون ته "تڳيءَ جي گهر کان هٽجي وڃڻ ۽ دائمي گهر ڏانهن رجوع ڪرڻ"[3] [3] التجافي عن دار الغرور، و الاء نابة الي دار الخلود

انهيءَ ساڳئي نور بابت پاڻ فرمايو اٿن ته "تحقيق الله تعاليٰ خلق کي اونداهيءَ ۾ خليقو، پوءِ پنهنجي نور منجهان ڪجھ انهن تي ڇٽيائين."[4] [4]اِن الله تعاليٰ خلق الخلق في ظلمة ثم رش عليهم من نور.

انهيءَ نور مان ڪشف جي طلب ڪرڻ گهرجي ۽ اهو نور ڪن وقتن تي الاهي فيض مان جوش کائي ٻاهر نڪري ٿو؛ لهذا ضروري آهي ته ان لاءِ منتظر ٿي ويهجي، جيئن جو پاڻ سونهارن فرمايو آهي ته ”تحقيق، توهان جو پالڻهار اوهان جي زماني جي ڏينهن ۾ رحمت جون پلٽون ڪري ٿو، پوءِ توهان انهن جي راهه ۾ اچو (ته جيئن فيضياب ٿيو)“[5]

[5] ان لربكم في ايام دهركم نفحات الا فتعرضو لها.

هنن ڳالهين ٻڌائڻ مان منهنجو مقصد هي آهي ته طلب لاءِ ڪامل ڪوشش ورتي وڃي، تان جو تاڃي ان شيءَ جي طلب وٽ چيڙو ڪجي، جنهن جي طلب نه ڪئي ويئي آهي. ڇالاءِ جو بنيادي اصول (اوليات) ڪو مقصود نه آهن، جو اهي ته حاضر آهن ۽ جڏهن حاضر جي ڳولا ڪبي تڏهن اهو وڃائجي ويندو؛ ۽ جيڪو ان شيءَ جي طلب ڪري ٿو، جنهن جي ڪري گهرجي، ته پوءِ ان تي ڪابه تهمت لڳائي نٿي سگهجي، بشر طيڪ هو انهيءَ مطلوب جي طلب ۾ قصه رهجي وئي هجي.(يعني ته مطلوب جي ڳولا ڪندو رهيو. مگر ان کي هٿ ڪري نه سگهيو).

## طالبن جا قسم

جڏهن الله تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ، مون کي هن مرض مان شفا ڏني، تڏهن طلب ڪندڙن جا قسم مون وٽ چار هي وڃي رهيا.
(1) المتڪلمون: اهي هيءَ دعويٰ ڪن ٿا ته هو اهل راءِ ۽ اهل نظر آهن.
(2) الباطنيه: هي وري پاڻ کي صاحب تعيلم سڏائين ٿا ۽ انهن جي خاص ڳالھ هيءَ آهي ته هو ”معصوم امام“ کان هدايت وٺن ٿا.
(3) فيلسوف: هي سمجهن ٿا ته اسين اهل منطق ۽ اهل برهان آهيون.
(4) صوفي: وري هيءَ دعويٰ رکن ٿا ته اهي الله تعاليٰ جا خاص بندا آهن ۽ اهل مشاهده ۽ اهل مڪاشفه آهن.
مون هاڻ پنهنجي دل ۾ چيو ته حق هنن چئن قسمن کان ٻاهر ڪو نه هوندو، ڇا لاءِ ته حق جي راھ جا طالب هي ئي آهن ۽ جيڪڏهن حق هنن چئن ۾ ئي نه لڌو، ته پوءِ حق جي تلاش لاءِ ڪو غرض باقي نٿو رهي، تقليد کي ڇڏڻ کان پوءِ، وري ان ڏانهن موٽڻ لاءِ ڪو سبب نٿو رهي، ڇا لاءِ ته مقلد لاءِ هي شرط وڌل آهي، ته هو اهو نه ڄاڻي ته ڪو هو مقلد آهي. جنهن وقت ان جو عوام آيس، تنهن وقت سندس تقليد جو شيشو ڀڃي پيو، جو وري ڪنهن ڳنڍ جوڙ سان ٺيڪ نه ٿو ٿئي؛ جيستائين ان کي باھ ۾ پگھاريو نه وڃي ۽ نئين سر ٺاهيو وڃي.
ان بعد، هنن چئن رستن تان لنگھڻ لاءِ تڪڙو قدم کنيم. شروع عالم الڪلام سان ڪيم، پوءِ فيلسوفن جو طريقو ڏٺم ۽ ان کان پوءِ باطنيه جي تعليم ۽ آخر ۾ صوفين جي طريقي جي جاچ پڙتال شروع ڪري ڏنيم. جيئن ڄاڻان ته انهن ڇا ڇا حاصل ڪيو آهي.

# علم الڪلام[6] ان جو مقصد ۽ ڦل

6 مسلمان ۾ ”علم الڪلام“ جو رواج ان وقت پيو جڏهن ڪن عالمن ديني عقيدي تي بحث جي دوران، ان کي صحيح ثابت ڪري ڏيڻ خاطر، عقلي دليلن، امداد ۽ منطقي حجتن جي مدد وٺندا هئا. لامزما ان ڪري لفظي جڳهڙا ۽ مناظر و قوع ۾ آيا ۽ هي مناظري جو رستو جنهن کي کي ”ڪلام“ چئجي و، سو سڀني علمن سان لاڳو ٿي ويو. انهيءَ ڪري ئي مختلف فرقا پيدا ٿيا. هاڻي اهي سڀ عالم، جي ديني عقيدي تي علقي ۽ منطقي بحث ڪندا هئا، تن کي ”متڪلمون“ يا ”علم ڪلام وارو“ سڏيو ويندو هو.

مون پوءِ ”علم الڪلام“ سان ابتدا ڪئي، انهيءَ کي حاصل ڪيم ۽ چڱي طرح سمجهيم ان علم جي محقق عالمن جي ڪتابن جو مطالعو ڪيم ۽ پڻ ان علم تي ڪجھ ڪتاب لکيم، ليڪن ڏٺم ته هي علم پنهنجي مقصد لاءِ ڪافي هو، پر منهنجي مقصد لاءِ اڻپورو آهي، سندس مقصد رڳو هي هو ته اهل سنت جي عقيدي جي حفاظت ڪري اهل بدعت جي گوڙ گهمسان کان ان کي بچائي ۽ سنڀالي. بيشڪ الله تعاليٰ پنهنجي رسول جي معرفت پنهنجن بندن کي هڪ اهڙو عقيدو ڏنو آهي، جو ئي حق آهي، جنهن ۾ انهن جي دين ۽ دنيا جي ڀلائي آهي، جيئن جو قرآن ۽ حديث ان جي خبر ڏني آهي (قرآن ۽ حديث ۾ اهو عقيدو بيان ڪيل

آهي) پوءِ شيطان بدعتي ماڻهن ۾ اهڙين ڳالهين جا اڇي وسوسا وڌا، جي ”سنت“ جي سراسر خلاف هيون ۽ هو انهن خلاف شروع ڳالهين کي ڇهڻي پيا، ۽ قريب هو جو صحيح راه تي هلندڙن جي سچي عقيدي کي منجهائي وجهن ٿا. عين ان وقت، الله تعاليٰ متڪلمن جي هڪ جماعت پيد اڪئي ۽ انهن جي صلاحيتن ۽ حواسن کي چوريو ته اٿي ترتيب ڏنل ڪلام سان سنت جي مدد ڪن، جو (ترتيب ڏنل ڪلام) اهل بدعت جي دغبازيءَ تان پردو هٽائي. هن سببان ئي علم ڪلام ۽ ان جا پيرو پيدا ٿيا. انهن مان هڪ جماعت انهيءَ ڪم کي پورو ڪيو. جنهن لاءِ الله تعاليٰ کيس مقرر ڪيو هو ۽ سنت جي ڪاميابيءَ سان حفاظت ڪئي ۽ انهيءَ عقيدي جو خوب بچاءُ ڪيو، جو پيغمبر جي طرفان مليل هو ۽ بدعت کي ٺيڪ درست ڪيو. پر انهيءَ ۾ هنن انهن مقدمات (اوائلي، شروعاتي اصولن ڪارروائيءَ) تي پروسو ڪيو. جي هنن پنهنجي مخالفن کان ورتا هئا. جن جي مڃڻ لاءِ خود مجبور هئا. پوءِ يا تقليد سببان يا اجماع امت جي ڪري، يا وري قرآن ۽ حديث کي بنا سمجهڻ ۽ سڪٽي قبول ڪرڻ جي ڪري انهن جو اڪثر غور ۽ خوض مخالف جي انهن ڳالهين کي پڌري ڪرڻ تائين وجي رهيو، جي هڪ ٻئي جي ضد ۾ هيون ۽ باقي سندن سموري ڪوشش پاڻ کي پنهنجن مسلمات تي ڪار بند رهڻ جي تنقيد تائين وجي رهي. هي عمل صرف انهيءَ شخص جي حق ۾ ٿورو نفع بخش آهي، جو ضروريات کان سواءِ ڪنهن شيءِ کي مڃڻ لاءِ تيار نه آهي.

تنهن ڪري، علم الڪلام مون لاءِ ڪافي ثابت نه ٿيو ۽ نه وري انهن مرضن جي لاءِ شفا ٿيو ته جڏهن علم الڪلام جو هنر پيدا ٿيو ۽ منجهس گهڻو خوف ڪيو ويو ۽ ان کان پوءِ جڏهن گهڻو زمانو گذريو، تڏهن متڪلمن کي به اهو شوق جاڳيو ته شين جي حقيقتن کي چڱيءَ طرح سمجهڻ کان پوءِ ان سمجهه جي ذريعي " سنت " جو بچاءُ ڪيو وڃي. اهو سوچي پوءِ هو "جوهر[7] ۽ عرض[8] " ۽ انهن جي خاصيتن تي گوڙهو ويچار ڪرڻ لڳا. [6][7]

## 6 ۽ 7جوهر ۽ عرض

"جوهر" ان کي چئجي ٿو، جو پنهنجي وجود قائم رکڻ لاءِ ٻئي جو محتاج نه هجي. "عرض" اها شيءِ آهي، جا خود بخود قائم نه ٿي رهي، مگر پنهنجي قيام لاءِ ٻيءَ شيءِ جي محتاج رهي ٿي، جهڙوڪ رنگ جو پنهنجي وجود لاءِ جسم جو محتاج آهي، اڳوڻن فلسوفن"عرض" کي 9 قسمن ۾ ورهايو آهي. الڪم، الڪيف، الاضافه الاين، المتيٰ الملڪ، الوضع، الفعل، الانفعال.

پر چاڪاڻ ته انهن جي علم جو خاص مقصد اهو نه هو تنهن ڪري انهيءَ متعلق سندن ڪلام آخري حد کي نه رسيو ۽ غير مڪمل رهيو ۽ انهيءَ مان ايترو به حاصل نه ٿيو، جو پريشانيءَ جي انهن اونداهين کي صفا ميٽي ڇڏي، جي باهمي اختلاف سبب ماڻهن مٿان ڇانيل آهن. اهو بعيد نه آهي ته مون کان سواءِ، ٻين لاءِ علم الڪلام مان حاصل ٿيل نتيجا تسلي بخش ثابت ٿيا هجن، پر مان ته هن ڳالهه ۾ شڪ ئي نٿو آڻيا، ۽ سمجهان ٿو ته انهن مان گهڻا راضي ٿيل آهن، توڙي جو هن قسم

مان جو ڪجھ حاصل ٿئي ٿو، اهو ڪن ڳالهين ۾ تقليد سان رليل مليل آهي ۽ ان سان گڏ، ”اوليات“ (لاجواب حقيقتن) مان به نه آهي.
خير، هتي منهنجو غرض پنهنجو حال ٻڌائڻ آهي ۽ نه انهيءَ جو انڪار ڪرڻ، جنهن ان (علم الڪلام) مان شفا حاصل ڪئي آهي، ڇا لاءِ ته جهڙو مرض اهڙي دوا، بيشڪ ڪي دوائون اهڙيون به آهن،جن سان ڪو مريض شفاياب ٿئي ٿو. ته ڪو وري بيماري ٿيو پوي.

# فلسفو

”علم الڪلام “ کان فارغ ٿيڻ کان پوءِ، ”فلسفي“ ڏانهن وڌيس. ان جي مطالعي کان پوءِ، يقين ٿيم ته اهو شخص هن علم جي بگڙيل حصي کان مطلع ٿي نٿو سگهي، جنهن انهيءَ علم جي چوٽي سر نه ڪئي هجي، ايتري قدر جو وڃي ان جي زبردست عالمن سان برابري ڪئي هجيس، بلڪ انهن کان زياده مهارت حاصل ڪري، انهن جي درجي کان به مٿي هليو ويو هجي ۽ انهن اونهاين کان واقف ٿيو هجي، جن کان فلسفي ۾ نقص (بگاڙ) جي سندس دعويٰ کي وزن ڏنو ويندو ۽ صحيح تسليم ڪيو ويندو. حقيقت ۾ مون علماءِ اسلام ۾ ڪو به اهڙو نه ڏٺو آهي، جنهن پنهنجو سارو ڌيان هن طرف ڏنو هجي ۽ جو ايترو ڪمال حاصل ڪري سگهيو هجي.
متڪلمن جي ڪتابن ۾، جتي هو فيلسوفن جي رد ۾ بحث ڪن ٿا، اتي سواءِ ڪن ٿورڙن گمنام ٽڙيل پکڙيل جملن جي ٻيو ڪي ڪين آهي،

ايتري قدر جو هن علم جا ماهر ته در ڪنار، پر عام سمجھ وارو ماڻهو به نڳجي نٿو سگهي. مون پوءِ بخوبي معلوم ڪري ورتو ته هن علم کي سمجهڻ ۽ ان جي ته ڪان باخبر رهڻ کان سواءِ ان جي ترديد ڪرڻ، چٽڪ اونداهيءَ ۾ ٿاڦوڙا هڻڻا آهن، لهذا مون ان علم کي ڪتابن مان پراڻن جي وڍري ڪوشش ورتي ۽ اهو سڀ ڪجھ ، سواءِ ڪنهن استاد جي مدد جي رڳو مطالعي جي زورتي ڪندو رهيس، چنانچه شرع علمن جي تدريس ۽ تصنيف کان جنهن وقت به ڪا فراغت ملندي هئي تنهن وقت انهيءَ علم ۾ مشغول رهندو هوس. ان وقت مان بغداد ۾ ٽن سون شاگردن کي درس ۽ تعليم ڏيڻ جي بار هيٺ هوس. الله تعاليٰ منهنجي هن سڪٽي مطالعي جي طفيل (جو هنن گهڙين ۾ ڪندو هوس)، مون کي فيلسوفن جي علمن جي انتها کان، ٻن سالن کان به گهٽ عرصي اندر، مطلع فرمايو، فلسفي کي سمجهڻ کان پوءِ به مان قريباً سارو سال، ان تي مسلسل فڪر ڪندو رهيس، ۽ ان تي بار بار ويچار ڪندي، ان جي اونهاين کي ڳوليندو رهيس، تان جو اچي ان جي نڳي ۽ دولاب کان واقف ٿيس ۽ ان جي صحيح ۽ معتبر نقطن جي به خبر پيم، ايتري قدر جو ائين چئي ٿو سگهان ته هي سڀ خبر ۽ واقفيت اهڙي حاصل ڪيم، جنهن ۾ ڪو شڪ باقي نه رهيو ۽ مون کي يقين ۽ اطمينان نصيب ٿيو. هاڻي فلسفي جي ڪهاڻي ۽ فلسيفن جي ماحول جي ڳالھ ٻڌو! چا لاءِ جو مون ڏٺو آهي ته اهي مختلف قسمن جا آهن ۽ انهن جا علم مختلف آهن، ليڪن انهن کي گهڻن قسمن هوندي به الحاد ۽ ڪفر جو ٽڪرو لڳل آهي، جيتوڻيڪ انهن ۾ ڪي قديم به آهن، ته ڪي قديم ترين به ڪي

اوائلي آهن ته  ڪي بلڪل جديد قسم جا فيلسوف به، جن ۾ ڪي حق جي ويجهو آهن ، ڪي ان کان گهڻو پري آهن.

# فيلسوف، جن تي ڪفر جو داغ لڳل آهي، ۽ انهن جا مختلف فرقا

اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته فيلسوف، باوجود گهڻن فرقن ۽ مختلف مذهبن جي ٽن قسمن ۾ ورهايل آهن.
الدهريون ، والطبيعيون ، والإلهيون.

(1)دهري، (2) طبيعي، ۽(3) الاهي.
پهريون فرقو جهونن فيلسوفن جو آهي، جي دنيا جي پيدا ڪندڙ (جو هر چيز کي ڄاڻندڙ ۽ هر شيءِ تي قدرت رکندڙ آهي) جا انڪاري آهن. هي ٽولو هن خيال جو آهي ته دنيا اصل کان ئي ائين آهي جئين هينئر آهي، موجوده آهي ۽ ان جو ڪو بنائيندڙ ڪونهي ۽ حيوان نطفي مان ٿهي ٿو ۽ نطفو حيوان مان جڙي ٿو ۽ اهو سلسلو هميشه کان جاري آهي ۽ اهو ائين ئي هو ۽ ائين رهندو. هي بيدين آهن، جن کي ڪو مذهب ئي ڪونهي.
ٻيا طبعي آهن ۽ هي اهي آهن جن طبيعي عالم ۾ گهڻيون کوجنائون ڪيون آهن ۽ حيوانات ۽ نباتات جي رازن تي ڳوڙهو ويچار ڪن ٿا ۽ حيوان جي عضون جي وڍ ٽڪ جي علم ۾ گهڻو اونهو ويا آهن، ۽ ان سڀ ۾ هو الله تعاليٰ جي ڪاريگري ۽ سندس حيرت انگيز حڪمت ڏسن

ٿا، جنهن ڪري مجبوراً هو هڪ حڪمت پرئي پيدا ڪندڙ جا معترف ٿين ٿا. جو شين جي مقصد ۽ مراد کان بخوبي واقف آهي (وأكثروا الخوض في علم تشريح أعضاء الحيوانات)، جڏهن به ڪو مفڪر، علم تشريح الاعضاءَ جو مطالعو ڪري ٿو ۽ عضون جي فائدن کان واقف ٿئي ٿو، تڏهن ان کي هي ضروري علم به حاصل ٿئي ٿو ته جنهن حيوان جي اهڙي بناوت ڪئي آهي، تنهن پنهنجي هنر جو ڪمال ڏيکاريو آهي، خاص ڪري انسان جي بناوت ۾ سندس ڪاريگريءَ جي ته ڪا حد ئي ڪانهي. ليڪن جيئن ته قدرت (جي ڪارنامن) ۾ گهٽي کوجان ڪندي، هو ان مزاج جو اعتدال ڏسن ٿا. جو سندن خيال ۾ حيوان جي قوتن کي برقرار رکڻ ۾ وڏو اثر رکي ٿو، تنهن ڪري هو ان راءِ جا آهن ته انسان جي قوت زائل ٿيو وڃي ٿي. جنهن وقت مزاج زئال ٿئي ٿو ۽ پوءِ زنده نه ٿي رهي ۽ جڏهن ڪا شيءَ فنا ٿئي ٿي، ته ان شئي جو وري زنده ٿي موٽڻ مجڻ ۾ ئي نٿو اچي.(اهو مسئلو عقل کان ٻاهر آهي). هو پوءِ هي خيال رکن ٿا ته روح مري ٿو ۽ موٽي نه ٿو ، جنهن ڪري هو آخرت، بهشت ۽ دوزخ، حشر ۽ نشر، قيامت ۽ حساب جو انڪار ڪن ٿا، وٽن چڱي ڪم جو ڪو ثواب ڪونهي ۽ نه وري ڪنهن برائي لاءِ ڪا سزا ئي آهي. بي لغام هئڻ سببان، هو حيوانن مثل، پنهنجي نفساني خواهشن ۾ غرق آهن. هيءُ ٽولو به (پهريئن ٽولي وانگر) بي دينن جو ٽولو آهي، ڇا لاءِ جو ايمان جو اصل بنياد الله تعاليٰ ۽ آخرت کي مڃڻ ۾ آهي، ۽ وري آخرت جو سراسر انڪار ڪن ٿا، جيتوڻيڪ الله تعاليٰ ۽ سندس صفتن جو انڪار نٿا ڪن (مٿن ايمان رکن ٿا.)

ٿيون ٿولو الاهي فيلسوفن جو آهي، جنهن ۾ بلڪل پويان فيلسوف آهن، جهڙوڪ سقراط جو افلاطون جو استاد آهي ۽ افلاطون وري ارسطاطاليس جو استاد آهي ۽ ارسطا طاليس اهو آهي، جنهن انهن لاءِ منطق مرتب ڪيو ۽ علمن کي چڱيءَ طرح مدون ڪيو، ۽ سندن لاءِ چٽائيءَ سان اهو ڪجھ لکيائين جو اڳ لکيل نه هو، ۽ انهن جي عملن ۾ جا ڪجھ خامي هئي. تنهن کي درست ڪيائين. انهن مڙين ئي فيلسوفن پهرين ٻن فرقن ، يعني دهري ۽ طبعي، جي ترديد ڪئي ۽ انهن جي عيبن کي اهڙو کولي پڌرو ڪيو، جو ٻيا انهيءَ ڪم کان آجا ٿي پيا، انهن جي باهمي جنگ ڪري ((( وكفى الله المؤمنين القتال )) بتقاتلهم) ”الله تعاليٰ مومنن کي جنگ کان ڇڏائي ڇڏيو“[9] [9] قرآن مجيد ـــ و كفي الله المؤمنين القتال!

پوءِ ارسطا طاليس، افلاطون ۽ سقراط تي ڪڙي تنقيد ڪئي. جنهن ۾ الاهي فرقي وارن کي خوب چليائين، ايتري قدر جو هن تنقيد ۾ ايترو پري وڃي پيو، جو پاڻ کي مڙين ئي کان الڳ ڪري ڇڏيائين، مگر ان هوندي به انهن جي ڪفر ۽ الحاد جي ڪارنهن کان پاڻ کي بچائي نه سگهيو. لهذا اهو واجب آهي ته انهن کي ڪافر شمار ڪيو وڃي ۽ پڻ انهن مسلمان فيلسوفن کي به (انهن سان ملايو وڃي) جيڪي سندن جماعت جا آهن، جهڙو ڪ ابن سينا، فارابي ۽ اهڙا ٻيا تنهن هوندي به ارسطا طاليس جي علم جي نقل (ترجمي) ڪرڻ ۾ جهڙو هنن ٻن ڪم ڪيو آهي، اهڙو ٻئي ڪنهن به اسلامي فلسوف نه ڪيو آهي. انهن ٻن کان سواءِ، باقي جن به ان کي نقل ڪيو آهي اهو خلط ملط کان خالي

نه آهي ۽ پڙهندڙن جي دل  به ايترو ته پريشان ٿيو پوي ٿي، جو سمجهي ئي نٿو ته ڇا پڙهي رهيو آهي؟ ۽ جڏهن ڪا شيءِ سمجهه ۾ نه اچي سگهي، ته ان کي رد يا قبول ڪرڻ جو سوال  ئي نه اٿي. ان حالت ۾ ارسطا طاليس جو فلسفو، جو پوءِ  اسان  وٽ انهن ٻن شخصيتن جي ذريعي پهتو آهي، ٽن قسمن اندر بند آهي.

ومجموع ما صح عندنا من فلسفة أرسطاطاليس ، بحسب نقل هذين الرجلين ، ينحصر في ثلاثة أقسام: –

1. قسم يجب التفكير به.
2. وقسم يجب التبديع به.
3. وقسم لا يجب إنكاره أصلاً فلنفصله

- پهريون اهو جنهن کي ڪفر شمار ڪرڻ ضروري آهي،
- ٻيو اهو جنهن کي بي  ديني ۾ ڳڻڻ واجب آهي
- ۽ ٽيون اهو، جنهن جو انڪار اصل نٿو ڪري سگهجي،

اجهو هاڻ اسين تفصيل ڏانهن ورون ٿا.

# فيلسوفن جي علمن جا قسم

أعلم: أن علومهم – بالنسبة إلى الغرض الذي نطلبه – ستة أقسام: رياضية ، ومنطقية ، وطبيعية ، وإلهية ، وسياسية ، وخلقية.

چاڻ گهرجي ته اسان جي مقصدن مطابق انهن جي علمن جا ڇهه قسم آهن،

- رياضي،
- منطقي،
- طبيعي،
- الاهي،
- سياسي
- ۽ خلقي.

**رياضي علم**، حساب، جاميٽري ۽ جهان جي هيئت سان تعلق رکي ٿو ۽ ديني ڳالهين سان ان جو ڪو واسطو ڪونهي نه انهن جو انڪار ڪري ٿو ۽ نه اقرار، اگرچ هي (رياضي علم) ثابت ٿيل حقيقتن (شين) تي مشتمل آهي، جن جي سمجهڻ، بعد انڪار ڪري نٿو سگهجي، مگر تڏهن به هن رياضي علم مان به آفتون پيدا ٿين ٿيون.

پهرين هيءَ آهي ته جڏهن ماڻهو ان تي نظر ڪري ٿو ته پوءِ ان جي باريڪ نقطن ۽ ظاهر دليلن کي ڏسي عجب کائڻ لڳي ٿو. اهڙي طرح فيلسوفن متعلق سندس اعتماد سٺو ٿئي ٿو ۽ گمان ڪرڻ لڳي ٿو ته انهن جا مڙيئي علم، هن علم مثل روشن ۽ مد لل (دليل سان پريل) آهن (يا

هوندا)، ماڻهو سندن عقيدن، مثلاً الله تعاليٰ جي صفتن کان انڪار ۽ مذهب ڏانهن ناڪر، بابت ته اڳيئي ماڻهن جي واتان گهڻو ڪجهه ٻڌندو رهي ٿو، پر (محض) انهن جي سڪٽي تقليد ڪندي پاڻ به ڪافر ٿيو پوي ۽ پچڻ ٿو لڳي ته پلا جيڪڏهن دين سچو هجي ته هنن فيلسوفن کان مخفي ڪين رهي ها، جي هن علم ۾ هيترو اونها ويا آهن! پوءِ جڏهن ٻُڌل ڳاليهن تي انهن جي ڪفر ۽ انڪار کان واقف ٿئي ٿو، تڏهن هي نتيجو ڪڍي ٿو، ته دين جي انڪار ۾ حق آهي، (يعني حق اهو آهي ته دين کي نه مڃيو وڃي) مون ڪيترا اهڙا آدمي ڏٺا آهن، جي حق کان گمراهه ٿيا آهن ۽ محض هن ڪري، جو انهن جو فيلسوفن ۾ وڏو اعتقاد هو، ورنه تقليد کان سواءِ وٽن ٻي ڪابه سند نه هئي. ڪين، هيءَ ئي چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪ هنر ۾ ماهر آهي، ته اهو ڪو ضروري ڪونهي ته هو هر هنر ۾ به ماهر هجي، جيئن ڪو ماڻهو علم فقه ۽ علم ڪلام ۾ ماهر هجي، ته پوءِ اهو ڪو لازم ڪونهي ته هو طب ۾ به ماهر هجي، جيڪڏهن ڪو عقليات کان واقف نه آهي ته ان جو اهو مطلب نه آهي ته هو علم نحو کان به غير واقف آهي! هر هنر لاءِ (خاص) ماڻهو آهن، جن ان ۾ وڏو رتبو ۽ امتياز حاصل ڪيو آهي، پوءِ جيتوڻيڪ ڪٽي اهي ٻين هنرن کان بي بهره هئا. رياضي عملن جي اصولن تي ڪلام (تقرير) ته هڪ ثابت شده حقيقت آهي، (يعني، ان متعلق، جي حجتون پيش ڪيون ويون آهن، سي واضح ۽ صحيح آهن ۽ هوڏانهن الاهيت تي گفتگو هڪ تخميني شيءِ آهي، جنهن ان جو تجربو ڪيو آهي ۽ سندس ته ۾ ويو آهي، اهو ان کي

بخوبي  ڄاڻي ٿو، ليڪن جنهن شخص ۾ اهو اعتقاد ويهي ويو، جو هن تقليد جي عزت خاطر اختيار ڪيو. تنهن تي هن ڳالھ جو اثر نه ٿو ٿئي. (۽ هو ان کي قبول نه ٿو ڪري) ۽ پنهنجي خسيس خواهش، اجائي آڪڙ ۽ ضد جو شڪار ٿيو پوي ٿو. هيءَ هڪ  وڏي آفت آهي، جنهن ڪري اهو واجب  آهي ته انهن کي روڪجي، جي هنن (رياضي) علمن جي گهرائيءَ ۾ وڃن ٿا،  ڇا  لاءِ جو ظاهر ۾ جيتوڻيڪ ان علم جو دين سان ڪو تعلق ڪونهي، ته به ڇاڪاڻ ته اهو فيلسوفن جي علم  جي اصولن مان آهي، تنهن ڪري لازمي طور تي انهن جي برائي ۽ ڪم بختي، منجهن سرايت ڪري ايندي. اهڙا بلڪل ٿورا آهن، جي هن علم سان لنو لڳائڻ کان پوءِ به پنهنجو دين صحيح سلامت رکيو اچن ٿا. ۽ پاڻ تي پرهيز گاري جي لغام چاڙهڻ جي صلاحيت رکن ٿا.

هن سلسلي ۾ ٻي آفت ان شخص طرفان پيدا ٿي، جو باوجود اسلام ڏانهن مخلص ۽ سچي هجڻ جي به، اهل هو، سندس خيال وري هي هو ته دين جي مناسب مدد ئي انهي ۾ آهي ته هر انهيءَ علم جو انڪار ڪيو وڃي، جو انهن ڏانهن  منسوب آهي، هن پوءِ انهن جي سڀني علمن جو انڪار ڪيو ۽ سندن انهن علمن ۾ اڻ ڄاڻائي جي پڻ دعويٰ ڪئي. تان  جو هن انهن جي سج ۽ چنڊ  گرهڻ جي اصول بيان کي به رد ڪيو ۽ هن راءِ جو ٿيو ته جوڪجھ هو چون ٿا، سو سڀ شرع جي خلاف آهي، هاڻي جڏهن اها ڳالھ ان ماڻهوءَ جي ڪن پوي ٿي ، جو ان کي قطعي دليل  سان سمجهي  چڪو آهي، سو يقيناً پنهنجي دليل ۾ ڪو به شڪ ته نه ٿو آڻي سگهي. الٽو هي اعتقاد پيدا ٿئيس ٿو ته اسلام جو بنياد ئي جهل ۽ قطعي

دليل جي انڪار تي ٻڌل آهي. جنهن ڪري فلسفي لاءِ سندس پيار وڌي ٿو ۽ اسلام لاءِ سندس بغض ۾ اضافو ٿئي ٿو. ان جاهل شخص دين جو وڏو گناهه ڪيو آهي، جنهن هي گمان رکيو ته اسلام جي امداد هنن علمن جي انڪار ڪرڻ سان ڪري سگهجي ٿي. هوڏانهن ”شرع“ ۾ اهڙي ڳالهه ڪانهي، جا هنن علمن جو انڪار يا اقرار ڪري، ۽ نه وري ڪو هنن علمن ۾ ديني ڪمن جي مخالفت ئي آهي، پيغمبر عليه الصلواة والسلام جن جو چوڻ ته فقط هي آهي، ته

( إن الشمس والقمر آيتان من آياتِ الله تعالى لا ينخسفانِ لموتِ أحدٍ ولا لحياته فإذا رأيتم ذلك فافزعوا إلى ذكر الله تعالى وإلى الصلاة )

”سج ۽ چنڊ الله تعاليٰ جي نشانين مان به نشانيون آهن، جن جو گرهڻ نه ته ڪنهن جي موت ۽ نه ڪنهن جي حياتيءَ سان ٿئي ٿو جڏهن توهان انهن کي ائين ڏسو، ته پوءِ الله تعاليٰ جي ياد ۾ اجهو وٺو“.[10]

[10] ان الشمس و القمر آيتان من آيات الله لاينخسفان لموت احد ولالحياته فاذارايتم ذالڪ فافزعوا اليٰ ذڪر الله تعاليٰ والي الصلواة)

هن ۾ اهڙي ته ڪابه ڳالهه ڪانهي، جنهن ۾ حسابي علم جو انڪار لازم اچي جو اسان کي سج ۽ چنڊ جي دائري جي خبر ڏئي ٿو. خاص ڪري انهن جي گڏجڻ ۽ هڪ ٻئي جي سامهون اچڻ جو حل ٻڌائي ٿو. باقي سندن ارشاد ته ”پر جڏهن الله تعاليٰ ڪنهن ڏانهن تجلي چڏيندو آهي (پاڻ کي ظاهر ڪندو آهي) ته اها شيءِ سندس اڳيان جُهڪي پوندي آهي.[11] [11] لڪن الله اذاتجلي لشئي ءِ خضع لہ.

هڪ زيادتي آهي، جا صحيح حديثن جي ڪنهن به ڪتاب ۾ موجود نه آهي.

هيءَ آهي رياضي علمن جي وصف ۽ هي انهن جون آفتون آهن.

**ٻيو منطق جو علم (منطقيات)** آهي. جنهن جو به دين سان ڪو تعلق ڪونهي، نه ان جو انڪاري آهي ۽ نه وري اقرارئي. ان جو ڪم دليلن ۽ قياسن جي طريقن تي غور ڪرڻ آهي، يعني ثابتيءَ (برهان) جي مقدمات جي شرطن کي خيال ۾ آڻڻ ۽ برهان (مقدمات) جي جوڙ جي نموني تي ڌيان ڏيڻ، ۽ صحيح وصف جي شرطن ۽ ان جي ترتيب جي حال تي نظر ڊوڙائڻ آهي، علم جي معنيٰ هڪ قسم جو تصور آهي، جنهن جي ڄاڻ انهي جي وصف بيان ڪرڻ سان پوي ٿي، يا وري هڪ قسم جي تصديق آهي، جنهن جو پتو ثابتيءَ (برهان) ذريعي پوي ٿو. هاڻي هن ۾ ڪابه اهڙي ڳالهه ڪانهي، جنهن جو انڪار ڪيو وڃي پر هي ته ان جنس مان آهي جنهن جو ذڪر متڪلمن ۽ اهل نظر وارن، دليلن جي موضوع ۾ ڏنو آهي، منطق وارن ۽ فلسوفن ۾ فرق رڳو عبارتن، اصطلاحن، سمجهاڻين ۾ پري وڃڻ ۽ ترتيب ۽ درجي بندي جو آهي، مثال طور انهن جو چوڻ ته ”جڏهن هي ثابت آهي ته سڀ الف، ب آهي، ته پوءِ هي لازم آيو ته ڪجهه به الف آهي، يعني جيڪڏهن هي ثابت آهي ته سڀ انسان آهن اهي هن مسئلي کي هيئين ڏيکارين ٿا ته موجبه ڪليه جو عڪس موجب جزئيه آهي دين جي اهم ڳالهين سان هنن شين جو ڪهڙو واسطو، جو انهن جو انڪار ڪجي؟ جيڪڏهن ان (منطقي ڳالهه) جو انڪار ڪيو، ته ان جو نتيجو

هي نڪرندو ته منطقي نه فقط ان انڪار ڪندڙ جي عقل متعلق برو عقيدو رکندو، پر هن جي دين لاءِ به خراب خيال آڻيندو. چاڪاڻ ته ان مان هو سمجهي ٿو ته هن جي دين قائم رکڻ لاءِ هن قسم جو انڪار ضروري آهي. دين هن انڪار تي موقوف آهي) هائو، منطق وارن هن علم ۾ ڪجهه ظلم به ڪيو آهي ۽ اهو هي آهي، جو اهي ڪنهن ثابتيءَ لاءِ ڪجهه شرط رکن ٿا، جن متعلق بخوبي معلوم آهي ته انهن جي مطالعي سان يقيناً علم يقيني پيدا ٿيندو. ليڪن جنهن وقت هو ديني معاملن تي بحث ڪن ٿا، تنهن وقت هو پنهنجا اهي شرط پورا ڪري نٿا سگهن. هڪ ته انهن ۾ حد درجي جي نرمائي آڻين ٿا پيو ته انهن ۾ گهڻي اڪ پوٺ کان ڪم وٺن ٿا. (پنهنجي ثابتيءَ جي معيار ۾ گهڻي تساهل جو مظاهرو ڪن ٿا) لهذا ، جو شخص علم منطق کي پسند ٿو ڪري، ۽ ان کي واضح ۽ مدلل علم ٿو سمجهي، سو اڪثر حالتن ۾ علم الاهيات جي ڪفريات کي به، جي علم منطق ۾ بطور نقل ۽ تمثيل جي بيان ٿين ٿا، حقيقت ٿو تصور ڪري ۽ چوي ٿو ته هي سڀ منطقي دليلن سان ثابت ٿيل حقيقتون آهن. نتيجو اهو ٿو نڪري، جو هو جيستائين الاهيات جي فن جي تڪميل ۽ تحصيل ڪري ئي ڪري تنهن کان اڳ ۾ ئي وڃي ڪفر ۾ مبتلا ٿئي ٿو، ۽ ڪافر ٿي وڃي ٿو. هيءَ آفت اجهو ان طرح ڪفر ڏانهن چڪي ٿي.

**ٽيون طبيعيات جو علم آهي**، جنهن ۾ آسمانن جي دنيا، انهن جي ستارن ۽ انهن جي هيٺان بسيط (غير مرڪب، مفرد) جسمن، جهڙوڪ پاڻي،

هوا، مٽي ۽ باھ مرڪب شين، جھڙوڪ حيوانات، نباتات ۽ معدنيات جي جاچ جوچ ۽ تفتيش ڪيل آھي سڀ ڪان اول ھي ڏسڻو آھي ته ھي علم به طب جي علم وانگر آھي، جنھن ۾ انسان جي جسم سندس رئيس ۽ خادم عضون ۽ انھن جي مزاج جي بدل سدل، جي تپاس ڪئي وڃي ٿي، ھاڻي جڏھن طب جي علم جو انڪار ڪرڻ ڪو دين جو شرط ڪونھي، اھڙيءَ طرح ان جو اھو به ڪو شرط ڪونھي ته علم طبيعيات جو انڪار ڪيو وڃي. ھان، ڪي چند ڳالھيون آھن، جن جو بيان اسان پنھنجي ڪتاب ”تھافت الفلا سفته“[12] ۾ ڏنو آھي.

(تھافة الفلاسفة يعني [12] فيلسوفن جو ڊھڻ.)

باقي ان ڪان سواءِ پيون ڳالھيون جن ۾ فيلسوفن جو اختلاف آھي، تن تي به جڏھن غور ڪبو ته ڏسڻ ۾ ايندو ته اھي به انھيءَ ڪتاب ۾ آيل آھن. سموري اختلاف جو منڍ ھي آھي ته ان ڳالھ ڪان ڪو انڪاري ٿئي ته طبيعت، الله تعاليٰ جي آڏو سندس حڪم جي پائبند آھي ۽ پاڻ پنھنجي طرفان ڪجھ به نه ٿي ڪري ۽ جو ڪجھ ڪري ٿي سو سڀ پنھنجي خالق ڪي فرمان موجب ڪري ٿي ۽ بس سج چنڊ تارا ۽ طبيعتون الله تعاليٰ جي آڏو، سندس حڪم جي پابند آھي ۽ پاڻ پنھنجي طرفان ڪجھ به نه ٿي ڪري ۽ جو ڪجھ ڪري ٿي، سو سڀ پنھنجي خالق جي فرمان موجب ڪري ٿي ۽ بس سج، چنڊ تارا ۽ طبيعتون سندس حڪم ھيٺ آھن انھن مان ڪو به اھڙو نه آھي، جو پنھنجو ڪم پاڻ ڪري سگھي. ھو پنھنجي ھر ڪم ۾ پنھنجي مالڪ جا محتاج آھن.

**چوٿون علم الاهيات آهي**، جنهن ۾ فيلسوفن گهڻيون غلطيون ڪيون آهن، هتي، هو اهي ثابتيون پيش ڪري نه ٿا سگهن. جن جو هنن علم منطق ۾ شرط وڌو آهي، ۽ جنهن سبب هنن جو علم ۾ اختلاف گهڻو وڌي ويو آهي. هن (الاهيات) ۾ ارسطا طاليس جو مذهب، اسلام وارن جي مذهب جي ويجهو اچي ٿو، جيئن جو فارابي ابن سينا بيان ڪيو آهي. مگر انهن مڙني غلطين جو مجموعو ويهن نقطن اند ر اچي وجي ٿو.

- جن مان ٽن ۾ هنن کي ڪافر ليکڻ واجب آهي،
- ۽ سترنهن ۾ بيدين ۽ گمراه
- أما المسائل الثلاث ، فقد خالفوا فيها كافة الإسلاميين وذلك في قولهم:
- 1 – إن الأجساد لا تحشر ، وإنما المثاب والمعاقَب هي الأرواح المجردة ، ( والمثوبات ) والعقوبات روحانية لا جسمانية ؛
- ولقد صدقوا في إثبات الروحانية ، فأنها ثابتة أيضاً ، ولكن كذبوا في إنكار الجسمانية ، وكفروا بالشريعة فيما نطقوا به.
- 2 – ومن ذلك قولهم: (( إن الله تعالى يعلم الكليات دون الجزئيات )) ؛
- وهذا أيضاً كفر صريح ، بل الحق أنه: (( **لا يعزب عنه مثقال ذرةٍ في السمواتِ ولا في الأرضِ** )).(سبأ: 3)
- 3 – ومن ذلك قولهم بقدم العالم وأزليته فلم يذهب أحد من المسلمين إلى شيء من هذه المسائل.

- وأما ما وراء ذلك من نفيهم الصفات ، وقولهم إنه عالم بالذات ، لا بعلم زائد (على الذات) وما يجري مجراه ، فمذهبهم فيها قريب من مذهب المعتزلة ولا يجب تكفير المعتزلة بمثل ذلك. وقد ذكرنا في كتاب (( فيصل التفرقة بين الإسلام والزندقة )) ما يتبين به فساد رأي من يتسارع إلى التكفير في كل ما يخالف مذهبه.

انهن جي هنن ويهن نقطن کي ڪوڙي ڪرڻ خاطر اسان ڪتاب ”تهافت الفلا سفته“ تصنيف ڪيو آهي، باقي ٽن مسئلن ۾ انهن سڀني مسلمانن سان اختلاف ڪيو آهي، ۽ اهي هي آهن.

**پهريون:** هو هن خيال جا آهن ته جسم وري زنده ڪو نه ٿيندا، انهن لاءِ قيامت ڪانهي، جزا ۽ سزا رڳو روحن کي ملندي، جزائون ۽ سزائون روحاني آهن، ۽ نه جسماني، روحن کي مڃڻ ۾ هنن واقعي سچ چيو آهي، جو اهي زنده به آهن، ليڪن جسمن (جي دوباره اٿڻ) کان انڪار ڪرڻ ۾ هو ڪوڙ ٿا ڳالهائين، ۽ ان ڪري شريعت جي صاف خلاف ورزي ٿا ڪن ۽ ان کي ڪوڙو ٿا سمجهن.

**ٻيو:** سندن چوڻ آهي ته الله تعاليٰ ڪليات کي ڄاڻي ٿو ۽ نه ڪا به ذري جيتري شيءِ جا آسمانن ۽ زمينن ۾ آهي، سندس علم کان ٻاهر ۽ پري نه آهي.“[13] [13] قرآن مجيد ـــ لايعزب عن علمه مثقالُ ذرة في السموات و لا في الارض.

ٽيون: سندن عقيدو هي آهي ته دنيا قديم آهي ۽ اصل کان آهي(خلقيل نه آهي) ڪو به مسلمان سندن هن راءِ سان متفق نه آهي.

3 – ومن ذلك قولهم بقدم العالم وأزليته فلم يذهب أحد من المسلمين إلى شيء من هذه المسائل.

وأما ما وراء ذلك من نفيهم الصفات ، وقولهم إنه عالم بالذات ، لا بعلم زائد (على الذات) وما يجري مجراه

انهن کان سواءِ هو الله تعاليٰ جي صفتن جا انڪاري آهن ۽ چون ٿا ته الله تعاليٰ جو ڪجهه ڄاڻي ٿو، سو پنهنجي ذات سان ڄاڻي ٿو ، ۽ نه انهيءَ علم سان جو ذات کان وڌيڪ آهي.

فمذهبهم فيها قريب من مذهب المعتزلة ولا يجب تكفير المعتزلة بمثل ذلك. وقد ذكرنا في كتاب (( فيصل التفرقة بين الإسلام والزندقة )) ما يتبين به فساد رأي من يتسارع إلى التكفير في كل ما يخالف مذهبه.

سندن مذهب معتزله جي مذهب جي قريب آهي، ۽ معتزله کي ان سببان ڪافر سڏڻ واجب نه آهي، اسان پنهنجي ڪتاب ”فيصل التفرقه بين الاسلام والزندقه“ ۾ ان ڳالھ جو بيان ڪيو آهي ته ڪيئن نه ان ماڻهوءِ جو اعتقاد بگڙيل آهي، جو ٻين تي جي سند مذهب جا مخالف آهن، ڪفرجي فتوا ڏيڻ ۾ جلد بازيءَ کان ڪم وٺي ٿو.

**پنجون علم سياسيات** آهي، جنهن ۾ انهن (سياستدانن) جي ڪلام جو سارو دارو مدار انهن ڳالهين تي آهي، جن ۾ دنيا ۽ حڪومت جي ڀلائي

آهي، هنن اهي ڳالهيون پيغمبرن جي ڪتابن مان ورتيون آهن، جي الله تعاليٰ انهن تي نازل ڪيا هئا ۽ انهن (پيغبرن) جي پوين پاڪ بندن ڪان سکيون آهن، جن سندن قولن ۽ فعلن مان پرايون آهن.

**ڇهون علم اخلاقيات** آهي، ان ۾ هنن نفس جون صفتون ۽ گڻ ڳڻيا آهن، ان(نفس) جون جنسون ۽ قسم ٻڌايا آهن، ۽ ڄاڻايو آهي ته ان ڪي ڪيئن اعتدال ۽ ضابطي هيٺ آندو وڃي. انهن اهو سڀ صوفين جي ڪلام مان ورتو آهي، جي پرهيزگار انسان آهن ۽ هميشه خدا تعاليٰ جي ياد ۾ لڳل رهن ٿا ۽ پنهنجن خواهشن جي مخالفت ڪن ٿا ۽ دنيا جي لذتن کان منهن موڙي الله تعاليٰ جي راه وٺن ٿا. انهن کي پنهنجي نفس سان جهاد ڪندي معلوم ٿيو آهي ته روح جون چڱايون ڪهڙيون آهن ۽ برايون ڪهڙيون آهن. ۽ ان جي ڪمن ۾ ڪهڙيون آفتون سمايل آهن. انهن هي سڀ کولي ٻڌايو آهي.

فيلسوفن انهن کي ڪٽي ورتو ۽ پنهنجي ڪوڙين دعوائن کي رواج ۾ آڻي سگهن. حقيقت هيءَ آهي، ته نه فقط انهن (فيلسوفن) جي زمان ۾ پر هر زمان ۾ خدا وارن جو هڪ ٽولو رهيو آهي، جنهن کان الله تعاليٰ پنهنجي دنيا خالي نٿو رکي ۽ اهي (الله وارا) گويا زمين جا ٿنڀا آهن، جن جي برڪت سببان الله تعاليٰ جي رحمت زمين وارن تي نازل ٿيندي رهي ٿي. جيئن ته حديث شريف ۾ آيو آهي ته ”انهن سان ئي اوهان تي برسات وسي ٿي ۽ انهن مان اصحاب ڪهف وارا (به) هئا“[14]

[14] حديث شريف جي مشهور ڪتابن ۾ هي حديث ڪٿي به ڏسڻ ۾ نه آئي آهي. البت بخاريءَ ۾ اهڙي حديث آهي جا هن معنيٰ سان ذرا ملي اچي ٿي، ۽ اها هيءَ آهي ـــ هل تنصروُن و ترزقون الا بضعفائڪن؟

۽ هي جيئن ته قرآن مجيد ۾ آيو آهي، اڳئين زماني ۾ موجود هئا. فيلسوفن جي هن قسم جي خلط ملط ڪرڻ سببان جو پنهنجن ڪتابن ۾، نبين سڳورن ۽ صوفين جو ڪلام رلائي ملائي آڻين ٿا) به آفتون پيدا ٿين ٿيون:

- هڪڙي ان لاءِ جو انهن جي ڳالهين کي مجي ٿو
- ۽ ٻي ان لاءِ جو انهن جي اهڙي ڳالهين جو انڪار ڪري ٿو.

انڪار ڪندڙ جنهن مصيبت ۾ مبتلا ٿئي ٿو. سا وڏي مصيبت آهي. ڇا لاءِ جو هڪ جماعت جا عقل ۾ ڪمزور آهي، تنهن هي گمان رکيو ته جڏهن اهو اخلاقي ڪلام انهن (فيلسوفن) جي ڪتابن اندر آيل آهي ۽ انهن جي ڪوڙ سان گڏيل آهي، تڏهن اهو مناسب آهي ته اهو سڀ ترڪ ڪيو وڃي، ۽ ان جو ذڪر ئي نه ڪيو وڃي ۽ جو به ڪٿي ان جو ذڪر ڪري ته ان کي به ڪوڙو سمجهيو وڃي. اهو هن ڪري آهي جو ان جماعت، اول ۾ اهڙا خيال فقط انهن کان ئي ٻڌا هئا. نتيجو اهو نڪتو جو ان جي ضعيف سمجھ ۾ اهو ئي ڪجھ آيو ته ڇاڪاڻ ته اهڙن خيالن رکندڙ ڪوڙو(باطل) آهي، تنهن ڪري ان جو به ڪجھ چيو آهي، سو ڪوڙ آهي، ان جو مثال انهي وانگر آهي، جو ڪنهن نصرانيءَ کان چوندو ٻڌي ٿو ته

(( لا إله إلا الله عيسى رسول الله ))

”الله کان سواءِ ٻيو خدا ڪونهي ۽ عيسيٰ الله جو رسول آهي“ ته پوءِ ان جو انڪار ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته هي نصراني جو ڪلام آهي ۽ پوءِ ڪجھ ترسي خيال نٿو ڪري ته آيا اهو نصراني انهيءَ چوڻ

ڪري ڪافر آهي يا هن ڪري جو هو محمد عليہ السلام جن جي نبوت جو انڪاري آهي؟ پوءِ جيڪڏهن سچ پچ هو آنحضرت جن جي نبوت جو منڪر آهي ته ان حالت ۾ به اهو نٿو جڳائي ته ٻين صحيح ڳالهين ۾ به سندس مخالفت ڪئي وڃي ۽ اهي ڳاليهون هجن به اهڙيون جن کي هو خود به صحيح سمجهي ٿو. هيءَ عادت انهن ماڻهن جي آهي، جي سمجھ ۾ ڪريل آهن ۽ جي حق کي ماڻهن جي نسبت سان سڃاڻن ٿا، جن حق کي سڃاڻڻ لاءِ ماڻهن کي معيار ڪري ورتو آهي ۽ نه ماڻهن کي حق سان پرکين ٿا ۽ نه ڪو حق کي ماڻهن جي پرکڻ جو معيار، مقرر ڪن ٿا.

(( لا تعرف الحق بالرجال ( بل ) اعرف الحق تعرف أهله )) و (العارف ) العاقل يعرف الحق ، ثم ينظر في نفس القول: فإن كان حقاً ، قبله سواء كان قائله مبطلاً أو محقاً ؛ بل ربما يحرص على انتزاع الحق من أقاويل أهل الضلال ، عالماً بأن معدن الذهب الرغام. ولا بأس على الصراف إن أدخل يده في كيس القلاب ، وانتزع الإبريز الخالص من الزيف والبهرج ، مهما كان واثقاً ببصيرته وانما يزجر عن معاملة القلاب القرويُّ ، دون الصيرفي ( البصير ) ؛ ويمنع من ساحل البحر الأخرقُ ، دون السباح الحاذق ؛ ويُصد عن مس الحية الصبي دون المعزِّم البارع.

؟؟ [5]الشبلي (247-334ھ) پاڻ بغداد ۾ جاوا ۽ نپنا هئا. هو الله تعالي' جي انهن بندن مان هڪ آهي، جن پنهنجي ساري حياتي عبادت

۾ رياضت لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي، سندن صحبت ۾ غير معمولي جاذبيت هئي، جيئن جو عام طور وڏن صوفين ۾ ڏٺي وڃي ٿي.

[6]ابويزيد البسطامي (264ھ) سندن ڏاڏو مجوسي هو، جنهن پوءِ ايمان آندو. جڏهن ڪانئس پڇيو ويو ته”تو هيءَ معرفت ڪيئن حاصل ڪئي؟“ ته جواب ڏنائون ته” بکئي پيٽ ۽ ننگي بت سان“ پاڻ چوندا هئا ته ”جيڪڏهن تو هان ڪنهن شخص کي ڪرامتون ڪندڙ ڏسو، ايتري قدر جو هو هوا ۾ اڏامندو هجي، ته ان تي ٺڳجي هر گز نه وڃو، ۽ ڏسو ته هو امر و نواهي ۾ شرعي احڪامن جي پيروي ڪري ٿو يا نه “ سندس مقالا ۽ مجاهدا گهڻو ئي مشهور آهن.

[7] قرآن مجيد ـــ امن يجيب المضطر اذا دعاه و يکشف السوءِ و يجعلکم خُلفاءَ الارض...(النمل 27.62)

[8] چپ، پٿر جو وڏو ٽڪرو ـــ بيت المقدس ۾ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنہ جي مسجد جي اندر پٿر جو هڪ وڏو ٽڪر (لٽڪيل) آهي.

ڏاهو ماڻهو حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه جي قول جي پيروي ڪري ٿو. جنهن فرمايو آهي ته ”حق کي ماڻهن سان نه سڃاڻ، تون اول حق کي سڃاڻ، پوءِ تون معلوم ڪندين ته حق وارو ڪير آهي؟“ سمجهدار پهريائين حق کي سڃاڻي ٿو ۽ اصل ڳالهه تي سوچ ڪري ٿو، پوءِ ڪٿي ان جو چوندڙ ڪوڙو هجي يا سچو (باطل هجي يا محقق) ڪن وقتن تي ته هو اها ڪوشش ڪندو آهي ته حق کي گمراه

ماڻهن جي ڳالهين مان پکيڙي ٻاهري ڪڍي، چالاڪ جو هو ڄاڻي ٿو ته سون جي ڪاڻ ۾ ٻه مٽيءَ ۽ دز آهي (سون ٻه مٽيءَ وغيره سان مليل آهي) صراف جنهن کي پنهنجي فن تي پورو پروسو آهي ان لاءِ اهو نقصانڪار ڪو نه آهي، جيڪڏهن هو پنهنجو هٿ جلعساز جي ڪيسي ۾ ٻه وجهي ٿو ۽ خالص سون کي مٽ کان جدا ڪري ٻاهر آڻي ٿو. فقط ساده لوح ڳوٺاڻي کي ئي جعلسازي ڪندڙ سان معاملي رکڻ کان روڪيو ويو آهي، ۽ نه هڪ ماهر صراف کي. اهڙي طرح سان سمنڊ جي ڪناري (تي ٻيهڻ) کان ٻه ناتجربيڪار کي ئي روڪيو ويو آهي، ۽ نه ان کي جو ترڻ خوب ڄاڻندو هجي، ان طرح نانگ کي ڇهڻ کان ٻه (اڻ ڄاڻ) ٻار کي جهليو ويو آهي ۽ نه قابل هوشيار جوڳيءَ کي.
پنهنجي جان جو قسم، اڪثر ماڻهن تي هي گمان غالب آهي ته هو هنرمند ۽ ڪامل آهن ۽ نهايت ذهين ۽ عقل وارا آهن ۽ حق ۽ باطل جي تميز ۽ هدايت ۽ گمراهيءَ درميان فرق ڪري سگهن ٿا، پر جڏهن حالت اها آهي جا مٿي بيان ٿي چڪي، ته پوءِ اهو لازمي آهي ته جيترو ٿي سگهي عام ماڻهن جي لاءِ گمراه لوڪن جي ڪتابن جي مطالعي جو دروازو بند ڪيو وڃي، ڇا لاءِ ته هو ٻيءَ آفت کان پاڻ بچائي نٿا سگهن. پوءِ ڪٿي هو هن آفت کان (جنهن جو اسان هاڻي ذڪر ڪيو آهي) پاڻ کي بچائي ٻه وڃن.
جن ماڻهن علم ۾ پاڻ کي پختو نه ڪيو آهي ۽ سندن سمجهه مذهبن جي اصل مقصدن جي چيڙي کي نه رسي آهي، تن اسان جي ڪن جملن تي اعتراض ورتو آهي، جي دين جي رازن متعلق اسان جي

ڪتابن ترڪيا پکڙيا پيا آهن، سندن گمان آهي ته اهي ڳالهيون اڳوڻن (فيلسو فن) جي ڪلام مان ورتل آهن. حالانڪ حقيقت هيءَ آهي ته انهن مان ڪي منهنجي غور ۽ فڪر جو نتيجو آهين، جيتوڻيڪ اهو ٿي سگهي ٿو ته هڪ جي ڳالهه ٻئي جي ڳالهه سان ٺهڪي اچي ۽ ڪي وري شرعي ڪتابن ۾ آيل آهن، جن مان گهڻن جي معنيٰ صوفين جي ڪتابن ۾ ملي ٿي. اهو توارد آهي ۽ جائز آهي.

فرض ڪري وٺو ته اهي ڳالهيون فقط فيلسوفن جي ڪتابن ۾ ئي ملن ٿيون. پوءِ جيڪڏهن اهي معقول هجن ۽ ثابتين جي پٺڀرائي به هجين ۽ ان سان گڏ اهي قرآن ۽ حديث جي به مخالف نه هجن، ته پوءِ اهو مناسب آهي ڇاته انهن کي رد ڪري اڇلايو وڃي! جيڪڏهن اسين اهڙو دروازو کوليندا سين ۽ حق جي هر ڳالهه کي ائين ڦٽو ڪنداسين جا هڪ ڪوڙي جي دل تي اسان کان اڳ اتري آهي، ته پوءِ اسان ڪيتري حق وڃائي ويهنداسون. اسان کي لازماً پوءِ نه ڪيتريون قرآن جون آيتون، رسول جون حديثون، اڳين بزرگن جا بيان، ۽ فيلسوفن ۽ صوفين جا قول ڇڏي ڏيڻا پوندا، ڇاڪاڻ ته ”اخوان الصفا“[1] جي لکندڙ، انهن کي پنهنجي ڪتاب ۾ بطور حجت ۽ شهادت جي آندو آهي، جيئن جا هلن ۽ احمقن جي دلين کي انهن دليلن سان فلسفي جي غير حقيقي ۽ باطل مضمونن ڏانهن مائل ڪري سگهي. ان کان سواءِ ائين ڪرڻ سان اهو به لازم ٿيندو ته باطل وارا ڪيترين حقيقتن ۽ ڪلمات صدق آيت کي اسان کان کسي وٺندا. ڇو ته هنن اڳ ۾ به اسان جي ڪلمات ۽ حقيقتن جو ڪافي ذخيرو پنهنجن ڪتابن ۾ درج ڪرڻ کان دريغ نه ڪيو آهي.

عالم جو گهٽ ۾ گهٽ درجو هي آهي ته هو پاڻ ۽ هڪ جاهل ۽ اڻ آزمود گاردرميان سڃاڻپ يا فرق ڪري سگهي ۽ ان ماڪيءَ (ڪائڻ) ڪان پرهيز نه ڪري، جيڪڏهن ان کي جراح جي سگهيءَ ۾ پيل ڏسي. هن کي هيءَ پڪ آهي ته ڪا سگهي ماکيءَ جي اصليت کي ڪانه ٿي بدلائي ۽ طبيت کي جا ان ڪان نفرت آهي، تنهن جو ڪارڻ عام جهالت آهي، جو سمجهيو وڃي ٿو ته سگهيءَ کي بنايو ڪني رت لاءِ ويو آهي. تنهن ڪري هو اهو گمان ٿو ڪري ته رب، جيڪو ڪنو ٿيو آهي، ان جو ڪارڻ اها ئي سگهي آهي، ليڪن اهو نٿو سمجهي ته اهو پنهنجي اصلي خاصيت سببان ڪندو آهي. هاڻي جڏهن هيءَ خاصيت ماکيءَ ۾ موجود نه آهي، تڏهن ان جو اهڙي ٿانو ۾ هجڻ، ان ۾ اها خاصيت پيدا نٿو ڪري. لهذا، ماکيءَ ڏانهن ناپاڪائي منسوب ڪرڻ ٺيڪ نه آهي. هي هڪ اجايو وهم آهي، جو گهڻن ماڻهن تي غالب آهي ۽ جڏهن ڪا ڳالهه ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ ڏانهن منسوب ڪجي ٿي، جنهن لاءِ ماڻهن ۾ سٺو خيال آهي ته پوءِ ماڻهو ان کي يقيناً قبول ڪن ٿا، پوءِ ڪٿي اها ڳالهه ڪوڙي ڇو نه هجي. پر جڏهن اها ساڳي ڳالهه ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ ڏانهن منسوب ڪجي ٿي، جنهن لاءِ ماڻهو سٺو خيال نٿا رکن، ته پوءِ لازمي طور تي ان کي رد ڪن ٿا، پوءِ ڪٿي اها ڳالهه سچي ڇو نه هجي! اهي حق کي هميشه ماڻهن معرفت پرکين ٿا ۽ نه ماڻهن کي حق معرفت! (يعني، ماڻهن کي، حق جي پرکڻ جو، معيار مقرر ڪيو اٿن.) هيءَ حد درجي جي گمراهي آهي ۽ هيءَ فيلسوفن جي اخلاقيات کي رد

ڪرڻ جو نتيجو آهي.(يعني انهن جي صحيح ڳالهين کي رد ڪرڻ ۾ اسان جو نقصان آهي.)

هوڏانهن وري انهن جي هرقول کي مڃڻ ۾ به اسان لاءِ ڇيهو آهي، ڇا لاءِ ته جو آدسي انهن جي ڪتابن مثلاً، ”اخوان الصفا “ ۽ اهڙن ٻين کي پڑهڻ سان ڏسي ٿو ته انهن ۾ جو ڪلام آهي، ان ۾ پيغمبرن جي حڪمت جون ڳالهيون ۽ صوفين جا قول موجود آهن( جن کي هو گهڻو ڪري ساراهي، ۽ قبول ڪري ٿو ۽ انهن جي شخصيت ۽ ڪلام لاءِ سٺو خيال به رکي ٿو) ته پوءِ جلد ئي هو پنهنجي سٺي خيال سبب انهن جي باطل ڳالهين کي قبول ڪري ٿو. جي انهن جي ڪلام ۾ گڏيل سڏيل آهن ۽ هو اهڙي طرح ڪوڙ ڏانهن رفته رفته گهلجيو وڃي ٿو. انهيءَ خطري کي لحاظ ۾ رکندي، اهو ضروري آهي ته ماڻهن کي انهن جي ڪتابن کان جهليو وڃي، ڇا لاءِ جو انهن(ڪتابن) ۾ دوکو ۽ نقصان آهي، جهڙي طرح ناآزمود گار تارو ءَ کي ڪناري جي ترڪڻ وارين جاين تي ويهڻ کان روڪڻ ضروري آهي، اهڙيءِ طرح سان عام خلق کي انهن جي ڪتابن جي مطالعي کان روڪڻ به واجب آهي، جيئن ٻارن کي نانگ (کي) ڇهڻ کان پري رکڻ لازم آهي، تئين انهن عالمن جي مخلوط ڳالهين کي ٻڌڻ کان به، ٻاراڻي ذهن وارن ماڻهن کي دور رکڻ ضروري آهي ۽ جهڙيءَ طرح جوڳيءَ لاءِ اهو لازمي آهي ته نانگ کي پنهنجي ٻار جي روبرو نه ڇهي، ڇالاءِ جو ڄاڻ ٿو ته هو (ٻار) پاڻ کي سندس جهڙو سمجهي سندس ئي پيروي ڪندو، پر مٿس هي واجب آهي ته پاڻ ٻار جي موجودگيءَ ۾ ان (نانگ) کان

خبردرا  رهي، ٻچي ۽ ان کي به ان کان خبردار ڪري، تهڙيءَ طرح  هڪ بنيادي عالم لاءِ به ائين ڪرڻ لازمي آهي. جهڙيءَ طرح سان هڪ ماهر جوڳي جڏهن نانگ کي وٺي ٿو ، ته هو ترياق ۽ زهر ۾ امتياز به ڪري ٿو، ان مان ترياق ڪڍي، زهر کي ناس ڪري ٿو ۽ پوءِ گهر جائوءَ کي (ترياق  ڏيڻ ۾ به ڪا  ڪنجوسائي نٿو ڪري، تهڙيءَ طرح سان هڪ تيز فهم ۽ تجريبڪار صراف به جڏهن پنهنجو هٿ هڪ جعلساز جي کيسي ۾ وجهي ٿو، تڏهن ان مان خالص سون  ٻاهر ڪڍي ٿو ۽  باقي مٺ ۽ کوٽ کي اڇلائي ڇڏي ٿو ۽ ضرورتمند کي ان  جي ڏيڻ ۾  ڪا ڪنجوسائي نٿو ڏيکاري. ساڳئي نموني ۾ عالم به عمل ڪري ٿو (۽ هر ڪري کوٽي کي پرکي ۽ محل  موقعي کي  سڃاڻي ٿو) ۽ جڏهن وري ڪنهن ( اٽڃاڻ) ماڻهوءِ کي  ترياق جو کپ ٿئي ٿو.  تڏهن هو ان کان خود گهٻرائي ٿو. ڇا لاءِ جو خبر اٿس ته اهو نانگ  مان ڪڍيو  آهي، جو خود زهر جو مرڪز آهي، ان حالت ۾ مناسب آهي ته ان کي  ان(ترياق) جي واقفيت ڪرائجي (ته ڪيئن اهو ترياق باوجود نانگ جي اندر هئڻ  جي به، نانگ  جي كاڌل  شفا  ڏيندڙ  آهي) مسڪين فقير، جنهن کي پيسن جي لوڙهه هوندي آهي، اهو به سون وٺڻ  کان ڪيٻائيندو آهي، رڳو ان ڪري ته متان  اهو هڪ جعلساز جي کيسي مان  نڪتل هجي، ان حالت ۾ اهو ضروري ٿيو پوي ته ان کي سمجهائي ته ان جو ڪيٻائڻ  سراسر جهل آهي، جو کيس فائدي کان محروم ڪري ٿو، جنهن جي هو ڳولا ۾ آهي. ان کان سواءِ  مٿس اهو به واضح ڪجي ته صاف سون ۽ مٺ جيڪڏهن هڪ

ٻئي جي پاسي ۾ هوندا، ته پوءِ لازم نه آهي ته ڪو صاف سون مٺ ٿي پوي ۽ نه وري ڪو مٺ ئي خالص سون ٿي پوندو. اهڙي طرح سان حق ۽ باطل ڪو نه ڪندو ۽ نه وري ڪو باطل کي ڦيرائي حق ڪندو . هي آهي فلسفي مان نقصان ۽ چيهو، جو اسان اوهان کي ٻڌائڻ ٿي گهريو.

**مذهب التعليم ۽ ان جون هولناڪيون!**

هاڻي مان جڏهن فلسفي جي علم، ان جي تحصيل، ان جي سمجهڻ ۽ ان جي کوٽ کان فارغ ٿيس، تڏهن ڏٺم ته هي به منهنجي غرض لاءِ اڻپورو آهي. اهو به ڏٺم ته (1) مذهب تعليم، جنهن کي"الباطنينة" سڏيو وڃي ٿو ۽ اهو هڪ فرقي جو عقيدو آهي، ان جي شروعات محض ديني هئي، جو هو چوڻ لڳا ته "هر ظاهر کي باطن آهي."

شروعات محض ديني هئي، جو هو چوڻ لڳا ته "هر ظاهر کي باطن آهي، ۽ هر شرع کي تاويل آهي" هي فرقو ڪيترن ئي نالن سان معروف آهي، مثلاً؛ القرامطه المزدڪيه ۽ الملحديه انهن جي ڪن اڳين پنهنجي ڪلام ۾ فيلسوفن جو ڪلام به گڏي چڙيو آهي ۽ پنهنجا ڪتاب به ان مسلڪ تي تصنيف ڪيا آهن الله تعاليٰ متعلق سندن چوڻ هي آهي ته "اسان نه ٿا چئون ته هو موجود آهي ۽ نه وري ائين چئون ٿا ته هو موجود نه آهي، عالم آهي يا جاهل آهي" هي انهن جا بعض ديني عقيدا آهن، جن تي هن فرقي جو بنياد آهي، مگر بعد ۾ انهن هڪ سياسي جلسو پهريو، ۽ انهن جا پيشوا ماڻهن کي "معصوم امام" جي عقيدي جي بنياد تي متحد ڪرڻ لڳا. نظام الملڪ سمجهي ورتو ته هن قسم جي

تعليم جو جاري رهڻ، سندس خلافت  کي لوڏي وجهندو، لهذا امام غزاليءَ کي چيائين ته انهن جي ترديد ڪري، غزاليءَ هن فصل ۾ انهن سان فقط هڪڙي نقطي تي بحث ڪيو آهي. ۽ اهو  انهن جو ’’معصوم امام‘‘ متعلق  عقيدو آهي.

عقل  نه ته  انهن سيني ڳالهين کي  پروڙي سگهي ٿو جن جي پروڙڻ جي اهو ڪوشش ڪري ٿو ۽  نه وري ڪو مڙين ئي مشڪلاتن تان پردو  هٽائي سگهي ٿو جي لاينحل آهن ’’مذهب تعليم‘‘ جو هڪ نامور عالم ۽ مبلغ اڳي ئي پيدا ٿيو هو ۽ معصوم امام (جنهن جي هٿ ۾ حق جي واڳ آهي) کان شين جي حقيقت جي علم حاصل ڪرڻ متعلق انهن (اهل تعليم وارن) جي ڳاله ٻولهه، ماڻهن ۾ پکڙجي  چڪي هئي. مون کي به خيال ٿيو ته انهن جي نقطه  نظر  جو اڀياس ڪريان ته جيئن معلوم ٿئيم ته انهن جي ڪتابن  ۾ ڇا آهي،  پوءِ اتفاق اهڙو ٿيو جو مون کي خليفي جي طرفان حڪم مليو ته هڪ  ڪتاب لکي انهن جي مذهب  جي حقيقت کولي وجي.

مون کي هي حڪم مٺو ئي پيو، جنهن حوصله افزائي جو ڪم ڏنو ۽ منهنجي اصلي اندروني ارادي کي  تقويت پهچائي. پوءِ  مون انهن جي ڪتابن کي ڳولڻ  ۽ انهن جي مقالن کي گڏ ڪرڻ شروع ڪيو. انهن جون چند تازيون  ڳالهيون جي انهن  جي همعصرن  چيون هيون. ۽ جي انهن جي جهونن عقيدن جي عام طريقي ڪار جي خلاف هيون، سي منهنجي ڪنن تي اڳي ئي پهچي چڪيون هيون. مون انهن جون اهي ڳالهيون ڪٺيون ڪيون. ۽ تحقيق خاطر انهن کي پوري ترتيب ڏنيم ۽

پوءِ انهن جي مغالطن ۽ اعتراضن جو پورو پورو خواب ڏنم ۽ انهن جي حجتن کي ورائي ورائي بيان ڪرڻ جي جيڪا غير معمولي ڪوشش ڪيم تنهن کي ڪن عالمن البت پسند نه ڪيو آهي. چوڻ لڳا ته ”هيءُ ڪم ته تون انهن لاءِ ڪري رهيو آهين، چالاءِ ته جيڪڏهن تون انهن جي ڳالهين کي اهڙو صاف نه کولين ها ۽ اهڙي قسم جي ترتيب ۾ نه آڻين ها، ته پوءِ هو هيتري ساري شڪ ۾ اڻ چٽائي جي موجود سببان پنهنجي مذهب کي بچائي نه سگهن ها. (بچائڻ کان عاجز ٿي پون ها).“
ابوطالب المڪي(388ھ) هڪ نهايت صالح ۽ عابد بندو هو هن توحيد ۾ ڪجھ تصنيفون ڪيون آهن، بيان آهي ته سندس صوفيانه رياضتون ڏاڍيون سخت هيون، ڪيتري زماني تائين کائڻ پيئڻ ڇڏي ڏنو هئائين، ۽ فقط گاھ ٻوٽن تي گذر ڪندو هو، جنهن سببان سندس چمڙي به سائي ٿي پيئي هئي، هڪ دفعي جڏهن بغداد ۾ آيو ته پنهنجي وعظ ۾ ڪجھ صوفيانه ڪلام به ملايائين، جنهن ڪري ماڻهن کيس ”ٿو ڪڻا“ ڪري ڇڏيو، سندس ڪتاب ”قو ت القلوب“ تصوف ۾ هڪ بي نظير ڪتاب آهي، جنهن جهڙو ڪائنس اڳ لکيو نه ويو آهي.
هڪ لحاظ کان هن قسم جي نڪته چيني صحيح آهي، هڪ دفعي امام احمد بن حنبل[2] حارث المحاسبي[3] جي تصنيف تي تنقيد ڪئي ، جا هن معتزله فرقي جي رد ۾ لکي هئي.
[3]الحارث المحاسبي(297ھ) چون ٿا ته کيس اهو نالو هن ڪري مليو آهي، جو هو پنهنجي نفس جوخوب حساب وٺندو هو. پنهنجي زماني جي برک عالمن مان هڪ هو ۽ شرعي علمن جي غير

معمولي چاڻ رکندڙ هو. ڳالهه ڪن ٿا ته هن حديث،فقه ڪلام ۽ تصوف ۾ ٽن سون جي لڳ ڀڳ ڪتاب لکيا آهن.
احمد بن حنبل جي تنقيد تي حارث جواب ڏنو ته ”بدعة جي ترديد ڪرڻ فرض آهي“ جنهن جي جواب ۾ امام احمد فرمايو ته ”هائو، پر تو پهريائين انهن جا شڪ شبها بيان ڪيا آهن، ان بعد انهن جو رد ڏنو آهي، توکي ان ڳالهه جي ڪهڙي خاطري آهي ته ماڻهو ڪهڙو اثر قبول ڪندا؟ ڪو ماڻهو انهن جي غلط اعتقاد جو ڪٽي مطالعو ڪري ۽ انهن ۾ پنهنجي سمجهه آهر صحيح سمجهي اختيار ڪري، ۽ انهن جي ترديد ڏانهن ڌيان ئي نه ڏئي، يا وري ترديد تي غور ڪري، مگر ان جي پوريءَ مراد کي سمجهي ئي نه سگهي، ته پوءِ؟ امام احمد جيڪي چيو ، سو سچ آهي، مگر هي انهن ڪوڙن متن بابت آهي، جي اڻ پکڙيل ۽ غير مشهور آهن، باقي اهي جي ڦهلجي ويا آهن تن جي ترديد ڪرڻ واجب آهي ۽ اها ترديد به تڏهن ئي ڪري سگهبي. جڏهن انهن جي دين جو سارو حال ڏنو وڃي. البت هي مناسب نه آهي، ته ان مقصد خاطر سندن ڪوڙي تعليم جي ايتري اپٽار ڪئي وڃي، جيتري خود انهن پاڻ به نه ڪئي آهي، مون خود ائين نه ڪيو آهي مون انهن جي عقيدن بابت، پنهنجي هڪ دوست کان اڳي ئي گهڻو ڪجهه ٻڌو هو، جو مون وٽ ايندڙ ويندڙ هو. مون وٽ اچڻ کان اڳ، هو انهن سان ملي(ملحق ٿي) ويو هو ۽ انهن جو مذهب به اختيار ڪري چڪو هو. هن اها ڳالهه ڪئي ته اهي باطينه انهن ڪتابن تي گهڻو کلن ٿا. جي سندن رد ۾ لکيا ويا آهن. انهن جو چوڻ آهي ته انهن (ڪتاب لکندڙن) سندن دعويٰ کي

سمجهيو ئي نه آهي، ته پوءِ رد ڇا جو ڪيو اٿن؟ پوءِ هن انهن جي دعويٰ جو بيان ڪيو ۽ مختصر احوال ڏنائين. مون ان ڳالھ تي اڪتفا نه ڪئي ته ڪو به ماڻهو مون متعلق اهڙو گمان تي اڪتفا نه ڪئي ته ڪو به ماڻهو مون متعلق اهڙو گمان ڪري ويهي ته مان انهن جي اصل حجت کان غافل ۽ بيخبر آهيان، انهي ڪري ئي مون سندن فڪر کي دهرايو آهي، ته جيئن ڪو اهو خيال نه ڪري ته مون ان(ڪوڙيءِ حجت) کي مطالعي ڪرڻ ۽ ٻڌڻ کان پوءِ به نه سمجهيو آهي. منهنجو اصلي مقصد هي هو ته مون کان جيترو ٿي سگهي تيترو انهن جي ڪوڙن اصولن کي بار بار بيان هيٺ آڻي، پوءِ ئي انهن جي براءِ ۽ ڪمزوري کي نهايت چٽائي سان ظاهر ڪريان.

نتيجو هي نڪتو جو انهن جي گفتگو بي سود ۽ بي معنيٰ ثابت ٿي. جيڪڏهن (اسلام جي) نادان دوست جي غلطيءَ کان ان (بدعت) کي مدد نه ملي ها ته هيءَ بدعت پنهنجي ڪمزوريءَ سببان هن حد کي ئي نه پهچي ها. ليڪن تعصب جي تيزيءَ، حق جي حامين (حمايت ڪندڙن) کي هن ڳالھ ڏانهن جوش ڏياريو ته هو انهن سان سندن ڪلام جي اصولن (متقدمات) تي بحث مباحثي ڪندڙن) کي هن ڳالھ ڏانهن جوش ڏياريو ته هو انهن سان سندن ڪلام جي اصولن (متقدمات) تي بحث مباحثي کي طول ڏين ۽ جو ڪجھ هو چون ٿا، تنهن جي ترديد ڪن، هنن انهن جي ان دعويٰ جو انڪار ڪيو ته ”تعليم ۽ معلم جي ضرورت آهي“ ۽ پڻ انهن جي هن دعويٰ کي رد ڪيائون ته ”ڇاڪاڻ ته هر معلم صحيح نه آهي، تنهن ڪري هڪ “معصوم، بيگناھ ۽

پاڪيز معلم جو هجڻ ضروري آهي، صحيح هئي ۽ انڪار ڪندڙن جو جواب ڪمزور هو. ان سبب ئي هڪ جماعت دوکي هيٺ اچي وئي. ۽ سمجهڻ لڳي ته اهو سڀ انهن انهن جي مذهب جي مضبوطيءَ ۽ انهن جي مخالفن جي مذهب جي ڪمزوريءَ ڪري آهي. مگر انهن (جماعت) اهو نه سمجهيو ۽ سوچيو ته اهو سڀ حق جي حاميءَ جي ڪمزوريءَ ۽ سندس جهالت سببان هو. صحيح هي آهي ته معلم جي ضرورت جو اعتراف ڪجي ۽ هن ڳالهه کي به مڃجي ته اهو معلم معصوم به هجي پر اسان جو چوڻ هي آهي ته اسان جو معصوم صلعم حضرت محمد عليه السلام جن آهن، ان تي جيڪڏهن هو اهو جواب ڏين ته ”هو ته مري ويو آهي“ ته اسان کين چونداسون ته ”توهان جو معلم به ته غائب آهي“ وري جيڪڏهن هو موٽ کائي چون ته ”اسان جي معلم مذهب جي پرچار ڪندڙن کي سيکاري ڇڏيو آهي ۽ انهن کي ملڪ ۾ پکيڙي ڇڏيو آهي ۽ هو انهن جي موٽي اچڻ جي انتظار ۾ آهن، تان ته جيڪڏهن منجهن ڪو اختلاف ٿي پيو هجي يا مشڪل مسئلو درپيش آيو هجين ته ان کي اچي حل ڪري ته اسان جواب ۾ چونداسون ته ”اسان جي معلم به مذهب جي پرچار ڪندڙن کي سيکاري ڇڏيو آهي، ۽ ملڪ ۾ پکيڙي ڇڏيو آهي، ۽ تعليم کي به مڪمل ڪري ڇڏيو آهي. جيئن جو الله تعاليٰ فرمايو آهي ته اڄ ڏينهن مان اوهان جو دين اوهان لاءِ مڪمل ڪري ڇڏيو آهي، ۽ پنهنجون نعمتون اوهان تي پوريون ڪيون اٿم.[4]

بعد معلم جو مري وڃڻ ڪو به نقصان نٿو رسائي، جهڙيءَ طرح ان جو غائب هجڻ ڪو ضرور نٿو پهچائي.“

باقي انهن جي هڪڙي ڳالھ رهي، جو هو ڪٿي چون ته ”توهان ان معاملي متعلق ڪيئن فيصلو ڏيندوءَ جو توهان پڌو ئي نه آهي؟ ڇا، نص جي آڌار تي؟ يا نص ۾ به موجود نه هجي، ته پوءِ اجتهاد ۽ رائي جي ذريعي فيصلو ڪندا؟ هالانڪ انهن ۾ ته اختلاف ٿي سگهي ٿو؟ اسان جواب ڏينداسون ته، اسان ائين ڪنداسون جيئن حضرت معاذ بن جبل ڪيو. جڏهن رسول الله عليه اسلام کيس يمن موڪليو، تڏهن چيو هئائين ته ”اسان نص تي فيصلو ڏينداسين، جيڪڏهن اها ڳالھ هن اندر هوندي ۽ جي به نه پنهنجي اجتهاد سان طئي ڪنداسون“ انهن جي مذهب جا پرچار ڪندڙ به ته جڏهن امام کان الڳ ٿي دور دراز هنڌن تي وڃن ٿا، تڏهن ائين ئي ڪن ٿا، انهن لاءِ پڻ اهو ممڪن نه آهي ته سڀ ڳالھ نص سان ملي ڪن. ڇالاءِ جو نص هڪ متناهي شيءِ آهي ۽ دنيا جي اڻ ڪٿندڙ ڦيرين گهيرين تي حاوي ٿيو نٿي سگهي، ۽ نه وري ان لاءِ اهو ئي ممڪن آهي ته هو هر معاملي لاءِ(پنهنجي) امام جي شهر ڏانهن رجوع ڪري ڪري، ۽ فيصلو وٺي، ۽ مسافري پوري ڪري اچا موٽي ئي مس ته فتويٰ طلبيندڙ وڃي قبر وسائي، ۽ سندس سارو سفر ئي رائگان وڃي! جنهن کي قبلي بابت شڪ پوي ته ان لاءِ نماز پڙهڻ لاءِ سواءِ اجتهاد جي، ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي. جيڪڏهن پلا هو قبلي معلوم ڪرڻ لاءِ ڪٿي امام جي شهر ڏانهن وڃي، ته نماز جو وقت (ته) ويندو هليو! ان حالت ۾ به

اهو جائز آهي ته هو پنهنجي گمان موجب ڪنهن طرف ئي ڪٽي نماز پڙهي، اهو چيو ويو آهي ته ”اجتهاد ۾ غلطي ڪندڙ لاءِ هڪ ثواب آهي ۽ صحيح ٿيندڙ لاءِ به ثواب آهن“ سب ڪنهن اجتهاد جي آڌار تي ڪنهن ماڻهوءَ کي فقير سمجهندو آهي، حالانڪ حقيقت ۾ هو شاهوڪار هوندو آهي، مگر ان چڪ سببان کيس ڪابه پڪڙ نه ٿي ڪئي وجي، چاڪاڻ ته هن کي فقط پنهنجي گمان موجب ئي پڪڙيو ويندو. اجا به جيڪڏهن هو موٽ ۾ چوي ته ”ان جي مخالف جو گمان به جهڙو آهي“ ته اسين چونداسين، ته هن کي پنهنجي نفس جي گمان تي هلڻ لاءِ هڪم ڪيو ويو آهي، جهڙيءَ طرح جنهن کي قبلي جي خبر نه پوي ته ان کي پنهنجي گمان موجب هلڻو آهي ۽ نه ٻئي جي گمان موجب ان تي به جي اسان کان اهو سوال ڪيو وجي ته ”مقلد به ته ابوحنيفي، يا امام شافعيءَ يا ڪنهن ٻي جي پيروي ڪري ٿو“ ته اسين جواب ۾ چونداسون ته جيڪڏهن مقلد کي قبلي ۾ شڪ پوي ۽ مجتهد ۾ ان بابت اختلاف ٿي پوي، ته پوءِ چاڪري ؟ پوءِ وري هو هي جواب ڏيندو ته ”ماڻهوءَ کي گهرجي ته پنهنجو اجتهاد هلائي ڏسي ته قبلي کي معلوم ڪرڻ لاءِ ثابتين پيش ڪرڻ ڪير زياده هوشيار ۽ ڄاڻو آهي، ۽ پوءِ هو پنهنجي اجتهاد جي پٺ وٺي“ هاڻ اسين کيس موٽ ۾ چونداسون ته مذهبن درميان فيصلي ڪرڻ ۾ به اجهو ائين ئي ڪبو آهي. (لهذا اوهان جي تعليم جو اصول ٺيڪ نه آهي.)

نبين سڳورن ۽ دين جي رهنمائن، ضرورت سببان، ماڻهن کي اجتهاد ڏانهن رستو ڏيکاريو آهي، جيتوڻيڪ هو ان ڳالھ کان به واقف هئا ته

هو(ماڻهو) غلطيون ڪندا رهندا. مگر الله جي رسول تي هي فرمايو ته ”مان ظاهر تي فتويٰ ڏيان ٿو، دل جو ڄاڻندڙ خدا آهي.“ يعني ته مان پنهنجي غالب گمان موجب فيصلو ڪريان ٿو ، جو مون کي گواهن جي شاهديءَ مال حاصل ٿئي ٿو ۽ ٿي سگهي ٿو ته انهن پنهنجي گواهيءَ ۾ غلطي ڪئي هجي، هاڻي جڏهن پيغمبر به هن قسم جي اجتهاد ۾ خطاب کان سلامت رهي نه ٿا سگهن ته پوءِ اسين اهڙي اميد ڪيئن ٿا ڪريون؟ هن هنڌ هو به سوال پيش ڪن ٿا؛ پهريون هي ته ”اجتهاد جي معاملن“ ۾ هيءَ ڳالهه ڪٿي صحيح به هجي، ليڪن عقيدن جي قاعدن ۾ صحيح ٿي نه ٿي سگهي، ڇالاءِ جو عقيدي ۾ غلطي ڪرڻ واري جو عذر قابل قبول نه آهي. هتي پلا ماڻهو ڪي ڪيئن هلڻ گهرجي؟“ مان جواب ڏيندس ته ”عقيدن جا قاعدا قرآن ۽ حديث ۾ درج آهن، باقي ان کان سواءِ ٻيون تفصيلي ۽ اختلافي ڳالهيون ۽ شيون تارازيءَ ۾ تورڻ سان، بخوبي معلوم ٿي وينديون. اهي سٺيون تارازيون، الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ ٻڌايون آهن، جي پنج آهن، ۽ جن جو احوال مون پنهنجي ڪتاب، القسطاس المستقيم ۾ ڏنو آهي“ ان مٿي به جيڪڏهن هي سوال ڪيو وڃي ته ”تنهنجو مخالف تنهنجي ان تارازيءَ سان اتفاق نه ٿو رکي“ ته پوءِ مان چوندس ته جيڪڏهن ان ميزان (تارازيءَ) کي چڱيءَ طرح سمجهيو ويندو، ته پوءِ ان سان اختلاف رکڻ جو گمان ئي نٿو ڪري سگهجي، خود اهل التعليم، به ان جي مخالفت نه ڪندو، ڇا لاءِ جو مون ان قرآن مجيد مان سمجهي، استباط ڪيو آهي، منطق وارا به ان سان اختلاف نٿا رکن. ڇاڪاڻ ته اهو انهن جي منطقي شرطن

سان موافق آهي ۽ نه وري کو متڪلم ئي ان جي مخالفت ڪري ٿو ،
ان لاءِ جو اهو سندس نظري دليلن سان ٺهڪي ٿو ۽ ان جي ذريعي ئي
سچ کي علم ڪلام ۾ سڃاتو وڃي ٿو.

---

[1]هيءَ هڪ مخفي جماعت هئي، جا چوٿين صديءَ جي وچ ڌاري
بصري ۾ ٺهي. ان جماعت جي مذهب جو بنياد هي آهي ته ”اسلامي
شريعت جهل سببان گندي ٿي چڪي آهي ۽ گمراهيءَ ۾ رلي ملي ويئي
آهيم، ان جي صفائي ۽ پاڪائيءَ جو سواءِ فلسفي جي ٻيو ڪو رستو
ئي ڪونهي ڇا لاءِ جو فلسفو اعتقادي حڪمت ۽ اجتهادي مصلحت تي
حاوي آهي ۽ جڏهن يوناني فلسفو ۽ محمدي شريعت پاڻ ۾ ڳنڍيا ته پوءِ
ڪمال حاصل ٿيندو ”اخوان الصفا “ جا رسالا ، فلسفي ۽ علمي آهن،
جي عجيب ادبي قالب ۾ پلٽيا ويا آهن. ڪل 52 رسالا آهن، جي
مختلف علمي موضوعن تي مشتمل آهن. جهڙوڪ طبي، رياضي،
فلسفو، الاهيات وغيره، پوئين رسالي ۾ سڀني جو اختصار ڏنو ويو آهي.
[2]هي امام صاحب چئن امامن مان هڪ مشهور امام آهي پاڻ منزلن
جي مخالفت ڪندي، گهڻيون تڪليفون سنائون، جن جو عقيدو هو ته
قرآن ”مخلوق“ آهي اهو مسئلو خليفي ماسون جي دور ۾ ڇيڙيو ويو هو.
[3]حارث محاسبي، 125 هجريءَ ۾ ڄائو هو ۽ 243 ۾ بغداد ۾ وفات
فرمايائون پاڻ معتزله فڪر جي خلاف گهڻو ڪم ڪيائون ۽ آخري
عمر ۾ دنيا کي ترڪ ڪري صوفي بنجي پيا، هي پهريون صوفي
آهي، جنهن جي ڪتابن ۾ فقهي تعليم نمايان نظر اچي ٿي.
[4] قرآن مجيد ــ اليوم اڪملت لڪم دينڪم و اتممت عليڪم نعمتي

جيڪڏهن منهنجو مخالف اچا به ڪٽي پڇي ته ”پلا جڏهن تنهجي هٿ ۾ اهڙي تارازي آهي، ته پوءِ ماڻهن ۾ جو مت ڀيد (اختلاف) آهي، تنهن کي دور ڇو نه ٿو ڪرين؟ “ان جو جواب مان هي ڏيندس ته جيڪڏهن ماڻهو مون کي ڪن ڏيئي ٻڌن، ته پوءِ مان سندن اختلاف دور ڪري سگهندس، مون پنهنجي ڪتاب ”القسطاس المستقيم“ ۾ اختلاف دورڪرڻ جو طريقو بيان ڪيو آهي، پوءِ  تون ان تي غور ڪر، توکي هي بخوبي معلوم ٿيندو ته اهو حق آهي ۽ جيڪڏهن ماڻهو ان ڏانهن ڪن ڏين ته اهو سچ پچ انهن جي اختلاف کي صفا مٽائي ڇڏيندو، پر افسوس جو ماڻهو(ڏانهس) ڪن نه ٿا ڏين! هڪ جماعت مون ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ مون انهن جو اختلاف دور ڪيو. تنهنجو امام ماڻهن جي نه ٻڌڻ جي باجود به انهن جو اختلاف مٽائڻ چاهي ٿو، پر پوءِ اڄ تائين اهو  اختلاف ڇو نه مٽايو اٿس؟ ۽ حضرت علي رضه امامن جي سردار هوندي به ان اختلاف کي ڇو نه ختم ڪيو؟ يا تنهنجو امام اها دعويٰ ڪري ٿو ڇا ته هو پنهنجي ڳالهه ٻڌڻ لاءِ سيني ماڻهن کي زبردستيءَ  سان ڇڪي پاڻ وٽ آڻيندو؟ جي ائين آهي، ته پوءِ هن وقت تائين انهن کي ڇو نه مجبور ڪري آندو اٿس؟ پلا ان لاءِ هن ڪهڙو ڏينهن مقرر ڪيو آهي، ڇا، سندس دعوت سبب خلق ۾ زياده ڦوٽ نه پيئي آهي؟ ۽ مخالفت ڪندڙن ۽ انڪار ڪندڙن جو تعداد وڌي نه ويو آهي؟ هائو، هن اختلاف جي ڪري هن نقصان جو اڳي ئي خطرو هو، جو پنهنجي پچاڙي وجي، خون وهائڻ، ملڪن کي برباد ڪرڻ، ٻارڙن کي يتيم ڪرڻ  ۽ ڦرلٽ تي ڪندو توهان جي هن اختلاف کي دور ڪرڻ جي برڪتن سببان

دنيا ۾ جو ڪجھ ٿيو آهي، ان جو مثال ئي نه ملندو(يعني اٿلو اختلاف ۾ حد کان زياده اضافو ٿيو آهي.)

اجا به (هو) جي ڪٽي سوال ڪري ته ”تون ته ماڻهن ۾ اختلاف دور ڪرڻ جي دعويٰ ڪرين ٿو، پوءِ ان ماڻهوءَ لاءِ تون ڇا ٿو چوين، جو مخالف مذهبن ۽ مقابل اختلافن درميان منجهيل آهي، جنهن لاءِ اهو لازمي نه آهي ته تنهنجي مخالف کي ڇڏي، توکي ٻڌي؟ تنهنجي مخالفن مان گهڻا توسان اتفاق نه ٿا ڪن، لهذا تنهنجي ۽ انهن جي وچ ۾ هاڻي فرق ڪو نه رهيو“.

هي هن جو ٻيو سوال آهي جنهن جو جواب اجهو هي آهي ته پهريائين ته هيءَ ڳالھ خود تنهنجي به خلاف وڃي رهي آهي، ڇا لاءِ ته جڏهن تون هڪ منجهيل کي پاڻ ڏانهن گهرائيندي، ته پوءِ هو تو کان پڇندو ته ”ڀلا تون پنهنجن مخالفن کان ڪيئن بهتر آهين، جو جڏهن جو گهڻا عالم(اهل العلم) تنهنجي مخالفت ڪن ٿا؟“ ڪهڙو نه چڱو ٿئي، جو مون کي خبر پوي ته تون ان کي ڪهڙو جواب ڏيندين! ڇا تون جواب ۾ هي چوندي ته منهنجي امام جو بنياد نص تي ٻڌل آهي؟ پر تنهنجي ان نص واريءَ دعويٰ ڪير مڃيندو، جڏهن هن الله جي رسول کان نص ٻڌي ئي ڪانهي؟ هن ته فقط تنهنجي دعويٰ ٻڌي آهي، ۽ اهو به ٻڌو آهي ته جيڪي عالم آهن تن سڀني جو هن ڳالھ اتفاق آهي ته هي سڀ ڪجھ تنهنجو هٺرادو ناهه ۽ ڪوڙ آهي. اجا به سمجھ کڻي ته هو نص کي تسليم ڪري ٿو،(هتي ته تنهنجي امام جي دعويٰ نص تي ٻڌل آهي) پوءِ کڻي هو اصل نبو جي معاملي ۾ منجهيل ئي رهي ۽ پڇي ته ” فرض ڪري

وٺ ته تنهنجو امام پنهنجي سچائيءَ ڏيکارڻ لاءِ حضرت عيسيٰ عليه السلام جهڙو معجزو پيش ڪري ٿو، ۽ چوي ٿو ته منهنجي سچائيءَ جو ثبوت هي آهي ته مان تنهنجي پيءُ کي جيئرو ڪري سگهان ٿو، ۽ واقعي هن کي جيئرو به ڪيائين ۽ هن(منهنجي پيءُ) مون کي اهو به چيو ته هو (امام) صحيح آهي تڏهن به مان ان جي سچائي ڪڙي آڌار تي معلوم ڪريان، جڏهن خود عيسيٰ عليه السلام جي ساڳئي اهڙي معجزي تي به ماڻهن کيس سچو نه سمجهيو .... اٿلو ڪيترا مشڪل سوال ڪٿي آڌو آندائون، جي سواءِ باريڪ عقلي نظر جي حل ٿيو نٿا سگهن ۽ عقلي نظر ته وري اوهان وٽ معتبر نه آهي، ۽ نه وري معجزي جي سچائيءَ جا دليل ايستائين سمجهي سگهبا، جيستائين جادوءَ کي سمجهيو نه ويو آهي، ۽ ان معجزي درميان فرق نه معلوم ڪيو ويو آهي، ۽ هي به نه معلوم ڪيو ويو آهي آهي ته الله تعاليٰ پنهجي ٻانهن کي گمراه نه ٿو ڪري، گمراه ڪرڻ ۽ ان جي رد ۾ جواب ڏيڻ، اهو ڪهڙو نه اوکو مسئلو آهي، سو به ته عالم آشڪار آهي، هاڻي هن سيني ڳالهين کي تون ڪيئن دفع ڪندين؟ ۽ هوڏانهن تنهنجو امام ڪو پنهجي مخالفن کان زياده اطاعت جو مستحق نه آهي! هي معاملو ڪري به نظري دليلن ڏانهن تنهنجو امام ڪو پنهنجي مخالفن کان زياده اطاعت جو مستحق نه آهي! هي معاملو وري انڪار ڪرين ٿو، ۽ تنهنجو مخالف به اهي ئي دليل پيش ڪري ٿو، جي تون پيش ڪرين ٿو، مگر هو اجا به وڌيڪ صاف ۽ چٽيءَ طرح سان ٻڌائي ٿو!

(مطلب) هي سوال ڦيرو ڪائي مٿن اهڙو لڳو آهي، جو جيڪڏهن انهن جا ننڍا وڏا به گڏجي ان جو جواب ڏين ته، هرگز ڏيئي نه سگهندا.

هي غلط عقيدو فقط ڪوتاه نظر ماڻهن جي ڪري ئي وڌندو ۽ پکڙندو رهيو، ڇا لاءِ جو هو فقط انهن جي سوالن جا جواب ڏيندا رهيا ۽ انهن جي ڪمزوريءَ کي ڳولي، انهن ئي سوالن کي موٽائي سندن منهن تي هنيائون(يعني انهن ”جواب“ جو طريقو اختيار ڪو ۽ نه ”قلب“ جو) انهيءَ سببان ئي هي بحث ويو ٻگهو ٿيندو، جو نه انهيءَ ذريعي ڪنهن کي سمجهائي ٿو سگهي ۽ نه مخالف کي ماٺ ئي ڪرائي ٿو سگهي. جيڪڏهن ڪو ”تعليمي“ وري هيئين چوي ته”هيءُ ته الٽو جواب(قلب) آهي ۽ ڇا ان جو جواب هي آهي ته جيڪڏهن منجهيل ائين ڪٿي چوي ته، مان منجهيل آهيان ۽ هو ان مسئلي جو تعين نه ٿو ڪري سگهي، جنهن ۾ منجهيل آهي، ته پوءِ ان حالت ۾ کيس چيو ويندو ته تون هڪ اهڙي بيمار مثل آهين، جو چوي ٿو ته مان بيمار آهيان، ۽ اصل مرض به ٻڌائي نه سگهي ۽ وري ان جو علاج به چاهي ٿو،“ ان کي پوءِ چيو ويندو ته مطلق مرض جي لاءِ ڪو علاج ئي ڪونهي، هاڻ! خاص مرض جو علاج بيشڪ آهي، جيئن ته مٿي جو سرو، اسهال ۽ اهڙيءَ طرح ٻيا مرض (جي ڪنهن نه ڪنهن نالي سان سڏيا وڃن ٿا) ساڳيءَ طرح منجهيل کي به جڳائي ته هو ٻڌائي ته ڪهڙيءَ ڳالهه ۾ منجهيل آهي، پوءِ جيڪڏهن ڪا ڳالهه ٻڌايائين ته مان ان کي ان جي صحيح هجڻ کان خوب واقف ڪندس، ۽ ان ڳالهه کي انهن پنجن تارازين ۾ توري ڏيکاريندس، جن کي جڏهن ڪو سمجهي ٿو وٺي، ته پوءِ يقيناً انهن جي

سچائيءَ جو اقرار ڪري ٿو، ۽ انهن جي تور تي پروسو ڪري وٺ.
ميزان ۽ وزن جي صحيح هجڻ ڪي هو پوءِ ائين سمجهي ٿو جيئن حسابن جو شاگر حسابن ۽ حسابن جي ماستر کي صحيح سمجهي ٿو ته هو جو ڪجھ حسابن متعلق ٻڌائي رهيو آهي، سڀ صحيح آهي، مون هي سڀ ڪجھ پنهنجي ڪتاب ”القسطاس الستقيم“ جي ويهن صفحن ۾ کولي سمجهايو آهي، جو چاهي ان کي ڏسي سگهي ٿو.
اسان جو هت هي ارادو ڪونهي ته انهن جي مذهب جو بگاڙ بيان ڪيو وڃي، چاڪاڻ ته اهو مون اڳي ئي ”المستظهري“ نالي ڪتاب ۾ ٻڌايو آهي ۽ ان بعد پنهنجي ڪتاب ”حجته الحق“ ۾ پڻ ذڪر ڪيو اٿم ۽ اهو انهن جي ڪلام جي جواب ۾ لکيل آهي، جو مون اڳيان بغداد ۾ پيش ڪيو هو ۽ ٽيون وري ڪتاب ”مفصل الخلاف“ ۾ به آيل آهي، جنهن ۾ ٻارنهن باب آهن، ۽ اهو انهن جي ان ڪلام جي جواب ۾ آهي جو همدان ۾ مون اڳيان رکيو ويو ۽ چوٿون ڪتاب ”الدرج“ آهي جو جدولن سان لکيو ويو آهي. ان ۾ به انهن جي ڪمزور اعتراضن جو جواب آهي، جي طوس ۾ منهنجي آڏو آندا ويا هئا، پنجون ڪتاب ”القسطاس المستقيم“ آهي، جو هڪ مستقل ڪتاب آهي، جنهن جو مقصد ان ميزان جي خبر ڏيڻ آهي، جنهن سان علمن جي صحيح پرک ٿي سگهي، ۽ هي ڳالھ ظاهر ڪري ڏيکارڻ آهي ته جيڪو به ان کي سمجهندو تنهن کي ”معصوم امام“ جي ڪا گهرج ڪانه پوندي پر هت منهنجو مقصد هي ثابت ڪري ڏيکارڻ آهي ته انهن (باطنين) وٽ ڪابه اهڙيءَ شيءِ ڪانهي جا سندن مرض کان کين ڇڏائي، (سندن) خيالن جي اونداهين

ڪان ڪڍي ٻاهر ڪري پنهنجي امام جي تعين لاءِ هو ڪابه ثابتي پيش ڪري نه ٿا سگهن. ۽ اها ئي منجهن وڏي ڪمزوري آهي.

اسين انهن سان گهڻو وقت جهڳڙندا رهياسين ۽ آخر ۾ انهن جي انهيءَ ڳالهه کي به ڪٿي قبول ڪيوسين ته واقعي تعليم ۽ معصوم معلم جي ضرورت آهي ۽ اهو معصوم معلم به اهو ئي آهي جنهن کي انهن مقرر ڪيو آهي پوءِ انهن کي پڇيوسين ته اهو علم ڪهڙو آهي جو توهان ان ”معصوم امام“ کان سکيو آهي؟ ان کان پوءِ اسان انهن آڏو ڪجهه اعتراض به آندا، مگر هن انهن کي سمجهيو ئي نه، انهن جو حل ٻڌائڻ ته اڃا پري ڳالهه ٿي. جڏهين هو اسان جي سوالن جي جوابن ڏيڻ کان عاجز رهجي ويا، ته پوءِ ”غائب امام“ جي پاسي ۾ لڪڻ لڳا، ۽ چوڻ لڳا ته ”ماڻهو کي گهرجي ته ان ڏانهن رجوع ٿئي“ عجب جي ڳالهه آهي جو انهن پنهنجي ساري عم معصوم معلم جي ڳولا ۾ وڃائي ڇڏي آهي ۽ ڏاڍو خوشين ۾ آهن ته هنن ان کي ڳولي لڌو آهي، مگر انهن ته هن کان ڪابه ڳالهه ڪانه سکي آهي، سندن مثال ان ماڻهوءَ جيان آهي، جنهن کي پليتي ثقيل آهي ۽ پاڻيءَ جي ڳولا ۾ پاڻ کي ايترو ته ٿڪائي ٿو ڇڏي، جو جڏهن پاڻيءَ تي پهچي ٿو تڏهن وري ان کي ڪم به نه ٿو آڻي سگهي ۽ ائين ئي پليتيءَ سان ثقيل رهي ٿو.

انهن مان ڪي اهڙا آهن، جي خاص علم رکڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، مگر اهو علم جو هو بيان ڪن ٿا، سو فيثاغورس[Pythagors [1]](#) جو ڪمزور فلسفو آهي. هو اڳواٽن فيلسوفن مان آهي ۽ سندس فلسفو، ٻين فيلسوفن جي فلسفي کان گهڻو ڪريل آهي، جنهن جي ارسطا طاليس پڻ

ترديد ڪئي آهي ۽ سندس فلسفي کي (گهڻو) ڪمزور ۽ ڪريل ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. تنهن هوندي به ڪتاب ”اخوان الصفا“ ۾ سندس پيروي ڪئي ويئي آهي، جو سچ پچ ته فلسفي جو ڦوڳ (ڪن ڪچرو) آهي. عجب ته وري هي آهي، جو اهي سڀي چمار علم جي طلب ۾ سرگردان رهندا اچن ۽ پڇاڙيءَ ۾ هن قسم جهڙي ڪمزو ۽ بگڙيل علم تي وڃي راضي ٿين ۽ ان سان گڏو گڏ وري هيءُ گمان رکن ته هنن علمن جي بنه چوٽي وڃي سر ڪئي آهي! هي اهي ماڻهو آهن، جن کي اسان خوب آزمايو آهي ۽ انهن جي ظاهر ۽ باطن ۾ گهڻو اندر گهڙي ويا آهيون، ۽ ڏٺو اٿئون ته انهن جي تعليم مان عام ماڻهن ۽ ڪم عقل وارن کي سواءِ دوکي جي ٻيو ڪي ڪين ٿو ملي، هو انهن کي ”معصوم معلم“ جي ضرورت بيان ڪري ڦندي ۾ ڦاسائين ٿا. انهن جو وڏيڪ بحث هن ڳالهه تي آهي، (جو هو چون ٿا) ته فقه جي ذريعي جي ڪا به ضرورت ڪانهي، سندن هي سوال گهڻو مضبوط ۽ لاجواب آهي، تان جو هڪ متلاشي اچي، ”معصوم معلم جي ضرورت جي ڪانئن مدد گهري ٿو ۽ ڪانئن پڇي ٿو ته ”هن جو علم پيش ڪريو، ته جيئن اسين به سندس تعليم مان فائدو حاصل ڪريون“ باطني اتي هار کايو وڃي، ۽ ذرا توقف ڪري، چوي ٿو ته ”هاڻي جڏهن ته تو پنهنجي هيءَ تڪليف منهنجي سامهون پيش ڪئي آهي، تڏهن مان ان جي حل ڳولڻ جي ضروري جاچ ڪندس، منهنجو غرض (تنهنجي عقيدي متعلق) هيتري قدر هو ۽ بس“ هن کي خبر آهي ته جيڪڏهن اجان ذرا اڳتي وڌندو، ته گهڻو بدنام ٿي پوندو، ۽ مشڪل ڳالهه کي حل ڪرڻ ته درڪنار،

مگر ان جي سمجهڻ کان به عاجز رهجي ويندو، ان جواب ته اجا پري ڳالهه ٿي! هيءَ سندن حال جي حقيقت آهي. توهان سندن امتحان وٺو، ۽ پوءِ يقينا توهان انهن کي ڏڪاريندؤ، جهڙيءَ طرح جڏهن اسان انهن کي آزمايو ته پوءِ انهن کي ڏڪاري ڇڏيوسون.

# صوفين جا طريقا

مان جڏهن هنن علمن کان فارغ ٿيس، تڏهن صوفين جي طريقن طرف پنهجي مضبوط ارادي ۽ همت سان موٽيس. مون کي هي اڳي ئي معلوم هو ته انهن جو طريقو ”علم“ ۽ ”عمل“ سان مڪمل ٿئي ٿو. انهن جي عمل مان مراد هيءَ آهي ته نفس جي لاهين چاڙهين کي لتاڙي پار پئجي، ردي اخلاق ۽ ڪنن صفتن کان پاڻ کي پا ڪ صاف ڪجي، ايتري قدر جو دل کي سواءِ الله تعاليٰ جي بلڪل خالي ڪري ڇڏجي ۽ ان کي سندس ياد سان سينگاري ۽ زيب ڏجي. مون لاءِ علم عمل کان وڌيڪ آسان هو. تنهن ڪري انهن جي علم جي تحصيل سندن ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ سان شروع ڪيم؛ مثلاً:

- ”قوت القلوب“ جو ابوطالب مڪيءَ[2] جو لکيل آهي،
- الحارث المحاسبي[3] جا ڪتاب ، ۽ جنيد[4]، شبلي[5] ابوبزيد بسطاميءَ[6] جن جون چوٽيون ڪرٽيون ۽ انهن جي وڏن جو ڪلام نظر مان ڪڍيم،
- الجنيد[4] (297هه) سندن ولادت ۽ نشو و نما عراق ۾ ٿي، امام ابوثور جن جي هٿ هيٺ فقه سکيائون. پنهنجي وقت جو بزرگ ۽ لاثاني شخص هو. حقيقت متعلق جو ڪجھ لکيو اٿن. سو اڳي ئي مشهور آهي. صوفين جي نظر ۾ هو پوين عالمن جو سردار آهي.

تان جو اچي انهن جي علمي مقصدن جي ته کي پهتس ۽ جو ڪجھ تعليم ۽ سماع جي ذريعي حاصل ڪرڻ ممڪن هو، سو سڀ پرايم.

مون تي هيءَ حقيقت ظاهر ٿي ته انهن جي خاصيتن ۾، جا نهايت اهم خاصيت اهي، سا تعليم جي رستي تي ڪڏهين حاصل ڪري نٿي سگهجي، ان کي فقط ”ذوق“ حال ۽ اخلاق ردوبدل (تبديل صفات) سان ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. تندرستي ، ڍوء ۽ انهن (ٻن) جي سبنن ۽ شرطن کي سمجهڻ ۽ خود تندرست ۽ ڍوال هجڻ درميان ڪيترو نه فرق آهي! اهڙيءَ طرح سان نشي جي سبب کي سمجهڻ، جو انهن بخارن جي غلبي جي هڪ حالت آهي، جي (بخار) معدي کان مٿي چڙهيو اچيو فڪر جي جاين تي غالب پون ٿا، ۽ خود نشي ۾ ڪيترو نه تفاوت آهي!

نشئي جڏهن نشي جي حالت ۾ آهي، ته هن کي ان نشي جي معنيٰ ۽ ان جي بنيادن کي ڄاڻي ٿو، مگر ان هوندي به هو ان نشي کان صفا خالي آهي. طبيب، بيماريءَ جي حالت ۾ صحت ۽ ان جي سببن ۽ ان جي دوائن کي خوب ڄاڻي ٿو، مگر تنهن هوندي به هو پاڻ صحت وڃائي ويٺو آهي. اهڙيءَ طرح سان زهد؛ ان جي شرطن ۽ سببن جي حقيقت کان ڄاڻڻ ۽ خود زاهد (پرهيزگار) ۽ دنيا کان لاتعلق جي وچ ۾ به فرق آهي، مون يقين سان سمجهي ورتو ته اهي (صوفي) ”احوال“ جا مالڪ آهن ۽ نه ”اقوال“ جا يار ۽ جو ڪجھ علم جي ذريعي حاصل ڪرڻ ممڪن هو، سو ته مون (بلاشڪ) حاصل ڪيو آهي، هاڻي باقي اهو ڪجھ وڃي رهيو آهي، جو تعليم ۽ سماع سان ڪڏهين به هٿ ڪري نٿو

سگهجي، مگر ان کي فقط ”ذوق“ ۽ سلوڪ“ سان لهي سگهجي ٿو، ان
ڪان سواءِ ٻي ڪابه راهه نه آهي.

مان جنهن وقت شرعي ۽ فلسفي علمن جي تفتيش ۾ رڌل هوس، ۽ ان
دوران ۾ جن علمن سان مون مٿو پي هنيو ۽ جيڪي رستا مون طئي
پئي ڪيا، تنهن وقت مون کي الله تعاليٰ، نوبت ۽ آخرت ۾ پورو
پورو ايمان حاصل ٿي چڪو هو.

ايمان جا هي ٽي اصول منهنجي اندر ۾ گهڻا پختا ٿي ويا هئا.
ڪنهن معين، کليل ثابتيءَ سببان نه، مگر ٻين ڪيترن سببن، لاڳاپن ۽
تجربن جي ڪري، جن جو تفصيل ڳالهيءَ ڪان ئي ٻاهر آهي.

مون اڳيان هيءَ ڳالهه خوب ظاهر ٿي ويئي هئي ته خدا تعاليٰ جي خوف
(تقوي) ڪان سواءِ ۽ نفس کي اجاين خواهشن کان روڪڻ بغير، آخرت
جي سعادت جي ڪا اميد ڪانهي. ان ڳالهه جو منڍ هي هي آهي ته دل
جو لاڳاپو دنيا کان ڪاٽيو وڃي، هن فريبي دنيا کان منهن
موڙي، غير فاني گهر ڏانهن منهن ورائجي، ۽ پنهنجو سارو خيال الله
تعاليٰ ڏانهن ڦيرائجي. هاڻي هي تڏهين ئي ٿي سگهندو، جڏهين ماڻهو
پنهنجي مال، شان شوڪت ۽ ٻين ڪمن ڪارين کان پاڻ کي چني پر
ڪندو. پوءِ مون پنهنجي حال جي چڪاس ورتي ۽ ڏٺم ته مان ته ڪيترن
ئي لاڳاپن ۾ جڪڙيو پيو آهيان، جن مون کي هر طرف کان گهيرو
ڪري ورتو آهي. نيٺ پنهنجي علمن جو ملاحظو ڪيم، جن ۾ بهترين
ڪم تدريس ۽ تعليم جو آهي، ڏٺم ته مان ته اهڙن علمن ۾ رڌل آهيان،
جن مان آخرت لاءِ ڪوبه ڪڙتيل نه ٿو نڪري. موٽي، تدريس متعلق

پنهنجي نيت جو جائزو ورتو. ڇا ڪٽي ڏسان ته اهو (درس ۽ تدريس جو ڪم، جو مان ان وقت ڪندو هوس) سو به خدا تعاليٰ لاءِ ڪرڻ نه آهي. مگر ان جو اصلي سبب نالي ۽ ناموس جو حاصل ڪرڻ آهي. بس پوءِ ته يقين ٿيم ته مان هڪ ڀاڙيءَ ڪاڏل ڪمزور ڪناري جي اصل ڇيڙي تي آهيان ۽ مان دوزخ جي بلڪل ويجهو اچي پهتو آهيان، هاڻ جيڪڏهن پنهنجي حال جو سڌارو نٿو ڪريان. ته منهنجو بچڻ ڪونهي. مان ان تي ڪافي عرصي تائين فڪر ڪندو رهيس، مگر ڪنهن قطعي فيصلي تي ڪو نه پهتو هوس. هڪ ڏينهن اهو پڪو ارادو ٿي ڪيم ته بغداد کان ٻاهر نڪري وڃان ۽ هنن حالتن کي خير باد چئي ڇڏيان. ته وري ٻئي ڏينهن اهڙي ارادي کي پئي ٽوڙيم. هڪ قدم اڳتي ٿي وڌايم، ته ٻيو وري پٺتي ٿي هٽايم، جيڪڏهن آخرت جي شوق صبح جو اچي ٿي ورايم ته وري خواهش جي لشڪر شام جو سخت حملو ڪري ڪيس چٽ ڪري ٿي ڇڏيو. هڪ طرف دنيا جي خواهشن مون کي پنهنجي زنجيرن سان ڇڪي هيٺ ويهارڻ ٿي گهريو، ته ٻئي طرف وري ايمان جو پڪاريندڙ پڪاري رهيو هو ته ”ڪوچ ڪر، ڪوچ ڪر ! تنهنجي عمر باقي ٿوري وڃي رهي آهي ۽ تو اڳيان سفر اڃا گهڻو وڏو آهي ۽ جو ڪجھ علم ۽ عمل تو وٽ آهي، سو سڀ رياءُ ۽ فريب آهي، تون جيڪڏهن آخرت لاءِ هينئر تياري نه ڪندين ته پوءِ پلا ڪڏهين تيار ٿيندين ؟ ۽ جيڪڏهن تون هي لڳ لاڳاپا هاڻي قطع نه ڪندين ته پوءِ ڪڏهن ڪندين؟ “ ان وقت دل جو جوش حرڪت ۾ آيو ٿي ۽ اتان ڀڄي وڃڻ جو ارادو پختو ٿيو ٿي!

ليڪن شيطان موٽي اچي ٿو چيو ته ”هيءَ هڪ عارض حالت آهي، تون ان سان اتفاق نه ڪر، ڇا لاءِ جو اها جلد ئي هلي ويندي، ۽ جيڪڏهن تون ان اڳيان جهڪندين ۽ هن هيتري ساريءَ عزت ۽ شان کي ڇڏيندين ۽ هن آرام ۽ امن جي زندگيءَ کان منهن موڙيندين، جيڪا هر ڏک ۽ سور کان خالي آهي ته پوءِ هڪ ڏينهن تون پنهنجو پاڻ سنڀاليندين، پر افسوس جو ان وقت توکي هي سک نصيب ٿئي نه سگهندو.“

اهڙيءَ طرح مون دنيا جي خواهشن جي ڇڪڻ ۽ آخرت جي ڪشش درميان تقريباً ڇهن مهينن (پهرين رجب سن 488ھ) تائين پئي لوڏا لما کاڌا. انهيءَ مهيني ۾ هيءَ ڳالهه اختيار جو دامن ڇڏائي وڃي اضطرار کي رسي، ان وقت الله تعاليٰ منهنجي زبان خشڪ ڪري ڇڏي ۽ مان سبق ڏيڻ کان روڪجي پيس. دل چاهيم ٿي ته هڪ ڏينهن درس ڏيئي پنهنجن شاگردن جي دل خوش ڪريان، مگر زبان هڪ لفظ به ٻولي نه سگهي ۽ مان بلڪل لاچار رهيس. آخرڪار زبان جي هن روڪ دل ۾ مونجهه پيدا ڪئي. جنهن سان گڏ هاضمو به وڃندو رهيو ۽ کاڌي پيتي جو ڪو سواد باقي نه رهيو. نه ڪو شورو ئي ٿي ڳهي سگهيس ۽ نه وري ڪو لقمو ئي ٿي هضم ٿيم قوتون ايتري قدر ته ضعيف ٿي ويون جو طبيب به منهنجي علاج کان نااميد ٿي ويا. ۽ چيائون ته ” هيءَ دل جي بيماري آهي، جا ساري جسم ۾ پکڙجي ويئي آهي، جنهن جو هن کان سواءِ ٻيو ڪو به علاج ڪونهي ته دل کي ڳڻتيءَ کان ڇڏايو وڃي.“

جڏهن  پنهنجي ڪمزوري محسوس ڪيم ۽ اختيار پنهنجي هٿن مان ويندي ڏٺم، تڏهن الله تعاليٰ ڏانهن موٽي پناهه گهريم، جيئن ڪو لاچار ۽ مجبور جنهن کي ڪا ٻي واهه نه هوندي آهي، موٽي اچي سندس پناري پوندو آهي. نيٺ انهيءَ منهنجو سڏ اونايو، جو (امن يجيب المضطر اذا دعاه ويکشف السوءَ) ”بي وس جو سڏ اونائي ٿو، جڏهن هو کيس پڪاري ٿو.“[7] ۽ منهنجي لاءِ دنيا جي عزت ۽  آبرو، اولاد ۽ دوستن کي ڇڏي وڃڻ، سهنجو ڪري ڏنائين، بظاهر ته مڪي ڏانهن ارادو ڪيم، حالانڪ دل ۾ شام وڃڻ جي نيت ڪئي هيم، ۽ اهو بهانو ان ڪري ڪيم جو خوف هوم ته متان خليفي ۽ دوستن کي  حقيقت جي خبر نه پوي (۽ پوءِ شام ۾ قيام ڪرڻ کان روڪي نه ڇڏين) بغداد کان ٻاهر نڪري وڃڻ جي حيلي کان مون سهٽي نموني ۾ سلجهايو ، ۽ هن ارادي سان ٻاهر نڪري آيس ته وري ان ۾ هر گز نه گهڙندس، عراق جي سيني مذهبي پيشوائن  لاءِ مان  نڪته چينيءَ جو هڪ نشانو بڻجي پيس، ڇا لاءِ جو انهن ۾ ڪوبه هڪڙو اهڙو ڪو نه هو، جو منهنجي  هن حالت کان روگردانيءَ کي هڪ ديني سبب سمجهندو هجي، ڇاڪاڻ ته هو انهيءَ خيال جا هئا ته اهو (تعليم ڏيڻ وارو ڪم) دين ۾ هڪ وڏو درجو آهي. انهن جي علم جي اها هيءَ حد هئي!

ماڻهو منهنجي هن رستي اختيار ڪرڻ جي سببن کي ڳولڻ ۾ گهڻو منجهي پيا، جيڪي عراق کان پري هئا، تن جو هي خيال هو ته اهو هن ڪري آهي جو هن (غزاليءَ) کي حڪومت طرفان ڪجهه خطرو محسوس ٿيو آهي ۽ اهي جي سرڪاري حلقن جي ويجهو هئا ۽ جن  ڏٺو

پئي ته ڪيئن نه سرڪاري حلقا مون سان تعلق وڌائڻ گهرن ٿا ۽ مون کي گهڻو چاهين ۽ گهرن ٿا ۽ مان باوجود انهن سببن ڪائن منهن موڙيان ٿو ۽ سندن ڳالهه ئي نه ٿو وٺان، سي هن راءِ جا هئا ته ”اهو آسماني امر آهي، ان جو هن ڪان سواءِ ٻيو ڪو سبب ڪونهي، اهل اسلام ۽ علم وارن (جي نصيبن) کي بد نظر لڳي آهي.“

بس پوءِ مون بغداد کي الوداع ڪئي ۽ جو ڪجهه مال هو، سو خيرات ڪري ورهائي ڇڏيم، پاڻ ۽ پنهنجي اولاد لاءِ فقط قوت گذران جيترو رکيم اهو مان آسانيءَ سان ڪري ٿي سگهيس، ڇا لاءِ جو عراق جي دولت خير جي ڪمن لاءِ هميشه موجود رهندي هئي، ۽ اها مسلمانن لاءِ وقف ٿيل هئي، دنيا ۾ مون ڪٿي به اهڙو سٺو مالي انتظام نه ڏٺو آهي، جو هڪ عالم کي پنهنجي اولاد لاءِ گذر مهيا ڪري ڏئي. مان پوءِ شام ۾ داخل ٿيس، جت مون تقريباً ٻه سال گذاريا، اهو ساروئي عرصو اڪيلائيءَ، رياضت، مجاهدي، نفس کي پاڪ ڪرڻ اخلاق کي سڌارڻ۽ دل کي الله تعاليٰ جي ياد لاءِ صاف ڪرڻ ۾ صرف ڪيم، جهڙيءَ طرح مون صوفين جي علم مان پرايو هو. دمشق جي مسجد ۾ گهڻي وقت تائين اعتڪاف ۾ رهيس. ان جي مناري تي چڙهي دروازو بند ڪري سڄو ڏينهن ائين اڪيلائيءَ ۾ گذاريندو هوس. اتان به ڪوچ ڪيم ۽ بيت المقدس ۾ داخل ٿيس. جتي به سارو ئي ڏينهن دروازو بند ڪري صخرة[8] جي اندر ئي اندر پاڻ منهون رهڻ لڳس. بعد حج فرض ادا ڪرڻ جو ارادو پيدا ٿيو ته، وڃي مڪي ۽ مديني جون برڪتون حاصل ڪريان ۽ حضرت ابراهيم خليل الله جي روضي

جي زيارت کان فارغ ٿيڻ بعد حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي زيارت کان پاڻ کي مشرف ڪريان، پوءِ حج لاءِ سفر شروع ڪيم. مگر پارڙن جي محبت ۽ ٻئي ڪاروبار وطن جي طرف ڇڪ ڪئي ۽ باوجود هن حقيقت جي ته مان ان ڏانهن ورن وارائي خير ڪو هوس (؟)، موٽي وطن آيس. اتي به مون اڪيلائي پسند ڪئي ۽ خلوت حاصل ڪرڻ ۽ دل کي خدا تعاليٰ جي ياد لاءِ صاف ڪرڻ لاءِ گھڻو مشتاق رهيس، زماني جون حالتون، عيال جون ڪم ڪاريون ۽ زندگيءِ جون ضرورتون، منهنجي اصل مراد کي بگاڙينديون ۽ خلوت جي صفائيءَ ۾ رخنو وجهنديون رهيون، فقط ڪن ڪن وقتن تي دل جي صفائي حاصل ٿيندي هئي (اصل ”حال“ حاصل ٿيندو هو) مگر مان ان هوندي به ان کان ڪو نااميد نه ٿيس، ۽ گھٽين ئي رنڊڪن هوندي به ڪنهن وقت اچي ان حال کي رسندو هوس، هن حالت ۾ مون ڏهه سال گذاريا ۽ ان عرصي دوران اڪيلائي جي گهڙين ۾ مو ن اڳيان اهڙيون حقيقتون کليون، جي ڳاڻيٽي ۽ انت کان ٻاهر آهن، هت مان فقط ايترو ڪجهه بيان ڪريان ٿو ته جيئن ٻيا ان مان فائدو پرائين.

مون کي هتي يقين سان معلوم ٿي ويو ته اِهي صوفي ئي آهن جيڪي الله تعاليٰ جي راهه رمن ٿا، ۽ انهن جي زندگي هڪ بهترين زندگي آهي، سندن رستو اهڙو صحيح آهي جنهن جهڙو ٻيو صحيح رستو ئي ڪونهي، ۽ سندن اخلاق نهايت درجي جو پاڪيزه آهي. جيڪڏهن سيني ڏاهن جي ڏاهپ، فيلسوفن جو فلسفو ۽ انهن ديني عالمن جو علم، جي

شريعت جي رازن کان واقف آهن ڪٽي ڪٿو ڪري، انهن جي زندگي ۽ اخلاق ۾ ذرا ڪجھ تبديلي آڻڻ جي ڪوش ڪجي ۽ جنهن نيڪيءَ جي ڪم ۾ هل لڳل آهن، تنهن ۾ ( ڪنهن حيلي بهاني سان) ڦيرو آڻجي، ته اهو ائين هر گز ٿي نه سگهندو. ڇا لاءِ جو انهن جي هر چر پر، ۽ ڳالهائڻ ۽ خاموشي، اندر ۾ خواه ٻاهر ۾ ، نبوت جي نور مان ورتل آهي ۽ زمين تي نبوت جي نور کان مٿي ٻيو ڪو نور آهي ئي ڪونه.

حاصل مطلب ته صوفي پنهنجي طريقي جو بيان اجهو هيئن ڪن ٿا ته طهارت ( پاڪائي) جا ان طريقي ۾ پهريون شرط آهي، سا هيءَ آهي ته دل کي سواءِ الله تعاليٰ جي ٻيءَ هر چيز کان پاڪ ڪيو وڃي ۽ ان جي ڪنجي به نماز ۾ تڪبير تحريمہ[1] مثل آهي-يعني ته دل کي الله جي ياد ۾ ٻوڙيو ۽ غرق ڪيو وڃي۽ آخر ۾ اها الله ۾ ئي فنا ۽ ناس ٿي وڃي. بهرحال هي، بنسبت انهن پهرين قدمن جي، جي اختيار ۽ ڪسب (ذاتي جوابداري) جي دائري اندر اچن ٿا، ان جي انتها آهي، پر حقيقت ۾ اها صوفي طريقي جي بلڪل ابتدا آهي ۽ جو ڪجھ ان جي اڳيان آهي سو، مالڪ لاءِ هر دهليز (ڏيڍيءَ) مثل آهي.

هن طريقي جي اول ۾ مڪاشفا ۽ مشاهدا شروع ٿين ٿا، تان جو اهي(صوفي سالڪ) جاڳ جي حالت ۾ به ملائڪن ۽ نبين جي روحن جو ديدار ڪن ٿا، انهن جو ڳالهائڻ ٻڌن ٿا، ۽ کانئن ڪيترائي فائدا حاصل ڪن ٿا، صورتن ۽ مثالن جي مشاهدي مان اڳتي وڌندي اچيو اهڙي ذريعي رسن، جنهن کي زبان بيان ڪري نٿي سگهي ۽ جو به ان حال

جي اکرن جي ذريعي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، ته ان ۾ اهڙي پڏري غلطي ڪري ويهي ٿو، جنهن کان هو بچي نٿو سگهي.
مطلب ته هي معاملو اچيو” قرب“ وٺ ٿو چيڙو ڪري. پوءِ ڪن ان (خدا تعاليٰ جي قرب) کي ”حلول“[2] ۽ ڪن ”اتحاد“[3] ته ڪن وري ’وصول‘[4]سمجهيو، حالانڪ هي سڀ غلط آهي، اسان ان غلطيءَ جو ڪارڻ پنهنجي ڪتاب”المقصد السني اسني“ ۾ کولي پڌايو آهي. هاڻي جو هن ”حال“ کي رسي ٿو، البت بي اختيار ٿي هي چوي ٿو ته؛
و کان مکان ممالست اذ کره
فظن خيراً و لا تسال عن الخبر![5]
بالجمله، جنهن کي الله تعاليٰ ”ذوق“ مان ڪجھ نصيب نه ڪيو آهي ته پوءِ اهو نبوت جي حقيقت کي، سواءِ نالي جي، ٻيو ڪجھ سمجهي نه سگهيو آهي. ولين جون ڪرامتون به سچ پچ نبين جون شروعات ڪيفيتون آهن. رسول الله ﷺ جن جو به پهريائين اهو حال هو. جڏهن پاڻ هوا جبل ڏانهن وڃي پنهنجي پروردگار جي اڪيلائيءَ ۾ عبادت ڪرڻ لڳا، ته خود عرب چوڻ لڳا ته ڏاڍو عشق آهي.“
هيءَ هڪ حالت آهي، جنهن کي فقط ذوق سان ئي اهو ماڻي سگهندو، جو ناهيءَ راهه ۾ هلندو، پر جنهن کي ”ذوق“ جي نعمت نصيب نه ٿي آهي، اهو ته پوءِ ان کي تجربي ۽ ٻڌ سڌ سان به حاصل ڪري سگهي ٿو، بشرطيڪ هو، صوفين جي صحبت ۾ گهڻو گذاري رنگ حاصل ڪري چڪو هجي.

اها حقيقت آهي ته هيءَ حالت صحبت يافته ماڻهن کي به ڪن علامتن ڏسڻ سان ۽ قريني ۽ قياس سان يقيني طور سمجھ ۾ اچي سگهي ٿي. جو شخص اهڙن پاڪ ماڻهن سان صحبت رکندو، اهو انهن کان ايمان حاصل ڪري سگهندو ۽ اهي ماڻهو ئي آهن، جن جي مجلس ۾ رهڻ وارو ڪڏهن به نامراد ۽ دکي نه ٿيندو، پر جنهن کي انهن جي صحبت ئي دستياب نه آهي، ته پوءِ اهو ماڻهو به ان ”حالت“ جو امڪان دليلن ۽ ثابتين سان يقينن ڄاڻي سگهي ٿو. اسان اهڙو بيان پنهنجي ڪتاب ”احياءُ العلوم الدين“ جي هڪ باب ”عجائب القلوب“ ۾ ڏنو آهي،

دليل ۽ ثابتيءَ سان جا ڳالهه معلوم ٿئي ٿي، تنهن کي ”علم“ (ڄاڻ) آهي، عين ان حالت جي واقفيت کي ”ذوق“ سڏبو آهي، ۽ ٻڌڻ ۽ تجربي سان سٺو گمان رکي قبول ڪرڻ ”ايمان“ جو نالو آهي. هي ٽي درجا آهن ”الله تعاليٰ، توهان مان ايمان وارن، ۽ اهي جن کي علم آهي، تن جا درجا مٿي ڪيا آهن“[6]

هنن (صوفين) جي مخالفت ۾ جاهل ماڻهن جي جماعت آهي، جي (جاهل) ماڻهين تصوف جي اصل ۽ بنياد جو ئي انڪار ڪن ٿا ۽ هن قسم جي ڳالهين تي عجب کائين ٿا، ۽ ٻُڌڻ کان پوءِ ٺٺوليون ڪن ٿا، چون ٿا ته ”اڙي هيءَ ته عجيب ڳالهه آهي! اهي (صوفي) ڪهڙي نه بيهوده بڪواس ڪن ٿا!“ الله تعاليٰ وري اهڙن متعلق فرمايو آهي ته ”انهن مان ڪي توکي ٻڌن ٿا، مگر جڏهن توکان پري ٿي، ٻاهر وڃن ٿا، تڏهن اهي علم وارن کان پڇن ٿا ته هن هينئر ڇا چيو؟ هائو، اهي شخص آهن، جن جي دلين تي الله تعاليٰ مهر هڻي ڇڏي آهي ۽ هو پنهنجن نفساني

خواهشن جي پيروي ڪن ٿا ۽ هن(سندن بدعملن جي پاداش ۾) انهن کي
پوڙهو ۽ اکين کان انڌو ڪري ڇڏيو آهي“[7]
صوفين جي طريقي تي هلڻ جي تجربي مان جيڪا ضروري ڳالهه مون
اڳيان پڌري ٿي آهي، سا آهي”نبوت جي حقيقت ۽ ان جي خاصيت“
ڄاڻڻ ته ان جي سمجهڻ جي گهڻي گهرج آهي؛ لهذا ان جي اصولن
کان ماڻهن کي روشناس ڪرائڻ تمام ضروري ڪم آهي.

# نبوت جي حقيقت

## ۽ نبوت ڏانهن مخلوق جي محتاجي ڇو آهي؟

ڄاڻڻ گهرجي ته انسان جيڪو اصل فطرت جو هر خالي ۽ سادو خلقيو ويو آهي، ان کي الله تعاليٰ جي جهانن جي ڪابه خبر ڪانه آهي. جهان ته وري ڳاڻيٽي کان ئي ٻاهر آهن، جن کي فقط الله تعاليٰ ئي ڄاڻي ٿو، جيئن سندس قول آهي ته ”تنهنجي رب جي فوجن کي سواءِ ان جي ٻيو ڪو به نٿو ڄاڻي.“[8]ماڻهوءَ کي جهان جي خبر ادراڪ ذريعي پوي ٿي ۽ اهو ادراڪ ان لاءِ پيدا ڪيو ويو آهي، ته ان جي وسيلن سان موجوده دنيائن مان ڪنهن دنيا کان واقف ٿي سگهي. دنيائن مان اسان جي مراد موجودات جون جنسون آهن. پهرين چيز، جا ماڻهوءَ ۾ خلقي ويئي، سا ڇهڻ جو حس هو، جنهن سان هو موجودات جي جنس جو ادراڪ ڪري ٿو: مثلاً گرمي، سردي، تري، خشڪي، نرمائي ۽ ڪرائي وغيره. ڇهڻ جو حس رنگن ۽ آوازن جي پروڙ کان قاصر آهي، بلڪه انهن جي ڄاڻ کان بنهه ٻيوس، ٻيو منجهس ڏسڻ جو حس پيدا ڪيو ويو، جنهن وسيلي هو رنگن ۽ شڪلين جو ادراڪ ڪري ٿو، ۽ محسوسات جي جهانن مان هي وڏي ۾ وڏو جهان آهي. ان بعد منجهس

ٻڌڻ جو حس پيدا ڪيو ويو، جنهن سببان هو ڪيترن قسمن جي آوازن کي ٻڌي ٿو. تنهن کان پوءِ ، کيس ذوق جو حس ڏنو ويو، ۽ اهڙيءَ طرح سان ٻيا به تان جو هو اچي محسوسات جي دنيا تي حاوي ٿيو. جڏهن ستن سالن جي ويجهو ٿئي ٿو، تڏهن منجهس ” تميز“ جو حس (فرق سڃاڻڻ جي قوت) خلقيو وڃي ٿو ۽ هيءَ جا سندس وجود جي ترقين مان هڪ ترقي آهي تنهن جي هو عالم محسوس ڪرڻ کان سواءِ ٻين شين جو ادراڪ ڪري ٿو، جن مان ڪابه هن حسي جهان ۾ ڏسي نٿي سگهجي. ائين ترقي ڪندي اڳتي وڌندو ٿو وڃي. ان کان پوءِ کيس عقل ڏنو وڃي ٿو، جنهن سان هو ”واجب“، ”جائز“، ”ناممڪن“ ۽ ٻين اهڙين شين جو ادراڪ ڪري ٿو، جي اڳ ۾ نه هيون.

عقل کان اڳئي ۽ مٿي به هڪ حالت آهي، جنهن ۾ سندس هڪ نئين اک کلي ٿي، جهن سان هو اڻ ڏٺي (غيب) مستقبل جي حالتن ۽ ٻين ڪيترين ڳالهين کي ڏسي ٿو. هتي عقل اهڙو لاچار آهي، جهڙي تميز جي قوت معقولات جي ادراڪ ڪرڻ کان لاچار آهي ۽ حس جي قوت تميز جي شين کان بيوس آهي ۽ جهڙيءَ طرح تميز جي درجي کي پهتل(مميز) اڳيان جڏهن عقلي شيون آنديون وڃن ٿيون. تڏهن هو انهن کي رد ڪري ٿو ۽ مڃي نٿو، اهڙيءَ طرح سان جڏهن ڪنهن عاقل جي سامهون نبوت جون ڳالهيون اچن ٿيون. تڏهن هو انهن کان انڪار ڪري ٿو ۽ مٿن ايمان نٿو آڻي. هيءُ نسورو جهل آهي، ڇالاءِ ته انهن وٽ ڪا اهڙي سند ئي ڪانهي، سواءِ هن جي ته اها هڪ اهڙي حالت آهي، جنهن کي هو نه رسيا آهن، لهذا سندن خيال موجب اها موجود ئي

نه آهي! جو ماڻهو ڇائي ڄم کان انڌو آهي ۽ ماڻهن کان رنگن ۽ شڪلين بابت ڪجھ به نه ٻڌو اٿس، ان کي جيڪڏهن ڀھريون پيرو رنگ بابت ڳالھ ٻڌائبي، ته يقينن هو انهن کي سمجھندو ئي ڪونه ۽ نه ڪو انهن کي مڃيندو ئي سهي (ته ڪي رنگ ۽ شڪليون وجود ۾ آهن)

تحقيق الله تعاليٰ، پنهنجي مخلوق تي خاص مهرباني ڪري، کين به نبوت جي خاصيت مان هڪ نمونو عطا ڪيو آهي، ۽ اهو آهي"ننڊ" .

ننڊ ۾ ماڻهو آئينده جي حال ادراڪ ڪري ٿو. پوءِ اهو چٽو يا مثال جي پوشاڪ ۾ ڍڪيل، جو تعبير ذريعي ظاهر ٿيو پوي. هاڻي جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ هي تجربو خود نه ڪيو هجي ها، ۽ کيس چيو وڃي ها ته "ڪي ماڻهو اهڙا به آهن جي ائين (غش ٿيا) ڪري پيا آهن، چٽڪ مئل آهن، انهن جون اکيون، ڪن ۽ ٻيا حس گم ٿي ويا آهن، تنهن هوندي به هو "غيب کي ڏسن ٿا" ته هو بلڪل انڪار ڪري ها، ۽ ان جي نه ٿيڻ جو هي دليل پيش ڪري ها ته "حسي قوتون، ادراڪ حاصل ڪرڻ لاءِ لازمي سبب آهن، هاڻي جڏهن حسي قوتن جي(موجود) هوندي ئي ماڻهو انهن(غيب جي) شين جو ادراڪ نٿو ڪري سگهي، ته پوءِ انهن جي غير موجودگيءَ ۾ انهن شين جو ادراڪ ڪيئن ڪري سگهندو؟" اصل ۾ هڪ قياس جو قسم آهي. جنهن کي وجود(شيءَ جو موجود هجڻ) ۽ مشاهدو غلط ثابت ڪن ٿا. جهڙيءَ طرح عقل ماڻهو جي حالتن مان هڪ حالت آهي، جنهن ۾ کيس اهڙي اک حاصل ٿئي ٿي، جنهن سان هو عقل وارين ڳالهين (معقولات کي ڏسي ٿو ۽ حواس انهن ڳالهين کان لاچار آهن، تهڙيءَ طرح سان نبوت

به هڪ (ترقيءَ جي) حالت آهي، جنهن ۾ هڪ نوراني اک ملي ٿي، جنهن اڳيان سارو غيب ظاهر ٿي پوي ٿو. ۽ ان ذريعي اهڙيون ڳالهيون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون جي عقل جي پهچ کان ٻاهر آهن.
نبوت ۾ شڪ آڻڻ جا هي سبب آهن ــ (1) ڇا، اها ممڪن به آهي؟ (2) وجود ۾ اچي سگهي ٿي؟ (3) ڪنهن خاص شخص کي حاصل به ٿي آهي؟

ان جي ممڪن هجڻ جو دليل ان جو موجود هجڻ ئي آهي، ۽ ان جي موجود هجڻ جو دليل وري هي آهي ته جهان ۾ ڪيترا اهڙا عمل موجود آهن، جي عقل سان حاصل به ڪري نٿا سگهجن، جيئن ”طب“ ۽ نجوم جو علم جنهن به ان علم جي کوجنا ڪئي آهي، تنهن کي هي لازمي طور معلوم ٿيو آهي ته اهو (علم) الاهي الهام ۽ الله تعاليٰ جي توفيق بغير ڪڏهين به حاصل ٿي نٿو سگهي، ۽ اتي تجربو بيڪار آهي. جڏهن ته علم نجوم جا ڪي قاعدا واقعن تي مدار رکن ٿا، جي (واقعا) هزار سالن ۾ هڪڙو دفعو مس ٿين ٿا ته پوءِ ان حالت ۾ تجربي ذريعي ان کي ڪيئن پهچي سگهبو؟ دوائن جون خاصيتون به اهڙيءَ طرح آهن ۽ اتي به اها ساڳي ئي ڳالهه آهي. هن دليل سان هيءَ ڳالهه پڌري ٿي پيئي ته وجود ۾ هڪ اهڙي طريقي جو هجڻ ممڪن آهي، جنهن سان اهي ڳالهيون پروڙي سگهجن ٿيون. جن کي عقل نٿو پروڙي سگهي ۽ ان مان مراد ”نبوت“ آهي.
ليڪن نبوت جي فقط هيءَ معنيٰ نه آهي ته رڳو ان علم کي ظاهر ڪري ۽ بس ، پر هن قسم جو ادراڪ ڪرڻ، يعني انهن حقيقتن جو ادراڪ

ڪرڻ، جي عقل جي دائري کان سواءِ ان جون ٻيون ڪيتريون ئي خاصيتون آهن، جن متعلق جو ڪجھ اسان ٻڌايو آهي، سو ان جي سمنڊ جو هڪ ڦڙو آهي. اسان ان کي انهيءَ لاءِ آهي ته تون سمجهين ۽ ڏسين ته ان جو نمونو تو ساڻ به آهي ۽ اهو تنهنجو ننڊ جي حالت ۾ غيب جي شين جو ادراڪ حاصل ڪرڻ آهي، ياد رهي ته ان جي جنس مان طب جو علم ۽ نجوم جو علم به تنهنجي سامهون آهن، هي نبين سڳورن جا معجزا آهن ۽ عقل اتي لاچار آهي.

نبوت جي هن خاصيت کان سواءِ ٻيون خاصيتون، تصوف جي طريقي تي هلڻ مان، ''ذوق'' سان ئي سمجھ ۾ اينديون چاڪاڻ ته هيءَ خاصيت ته تون هڪ نموني مان ئي سمجهي ورتي جا ننڊ آهي، ۽ جيڪڏهن اها ننڊ نه هجي ها(جنهن ۾ تون غيب جون ڳالهيون ڏسين ٿو) ته تون ان تي ڪڏهن به ايمان نه آڻين ها، تنهن ڪري جيڪڏهن نبيءَ کي هڪ اهڙي خاصيت هجي، جنهن جو تو وٽ ڪو نمونو ئي نه هجي ۽ ان کي تون ڪنهن طرح سمجهي به نه سگهين، ته پوءِ تون ان جي تصديق ڪيئن ڪندين'' تصديق به هميشه سمجهڻ کان پوءِ ٿيندي آهي. هاڻي اهو نمونو(يڪسان تجربو)، تصوف جي طريقي جي شروع (اوائل) ۾ حاصل ٿئي ٿو، ۽ پوءِ ترقي آهر، ''ذوق''پلئي پوي ٿو، ۽ قياس ذريعي ڪجھ تصديق به ملي ٿي، بس هيءَ هڪڙي خاصيت ئي توکي نبوت جي اصول تي ايمان آڻڻ لاءِ ڪافي آهي.

باقي جيڪڏهن توکي ڪنهن خاص شخص لاءِ شڪ آهي ته هي نبي آهي يا نه، ته اهڙو يقين تون ان جي حال احوال معلوم ڪرڻ مان

ئي  حاصل ڪري سگهين ٿو، پوءِ تون هي حال احوال پنهنجي ذاتي مشاهدي ڪرڻ سان هٿ ڪرين يا ٻڌل ڳالهين تي اعتبار ڪري ان کي سچو سمجهين.
مثال طور جيڪڏهن توکي طب ۽ فقه جي ڪا ڄاڻ سڃاڻ آهي، ته پوءِ تون فقيهن ۽ طبيبن کي به ،سندن حال احوال کي ڏسڻ يا ٻڌڻ سان سمجهي سگهندين، امام شافعي متعلق پوءِ  اها معلومات ته هو فقيه آهي، ۽ جالينوس طبيب آهي، تو لاءِ ڪا مشڪل ڳالهه نه آهي، ڇا لاءِ ته تنهنجي معلومات حقيقت جي بنياد  تي آهي، ۽ نه ڪنهن ٻئي جي فيصلي تي هائو تون جڏهن فقه ۽ طب مان ڪجهه سکين ٿو، ۽ انهن جا ڪتاب مطالع ڪرين ٿو، تڏهن لازمي طور تي توکي انهن جي حال جو ضروري علم حاصل ٿي وڃي ٿو، اهڙيءَ طرح سان جڏهن تون نبوت جي معنيٰ  کي سمجهندين، قرآن ۽ حديث ۾ بار بار نظر وجهندين، تڏهن توکي هي ضروري علم هٿ اچي ويندو. ته  نبي ڪريم جن نبوت جي نهايت  بلند  درجي کي  رسيل آهن. ان ڳالهه ۾ يقين  خاطر تون سندس قولن کي آزماءِ، جي هن عبادت بابت چيا آهن، ته ”عبادت دل جي صفائي لاءِ وڏو اثر رکي ٿي“ مثلاً ڪهڙو نه سچو ارشاد فرمايو اٿن. ته ”جيڪو پنهنجي علم موافق عمل ڪري ٿو، ان کي الله  تعاليٰ اهو ڪجهه نصيب ڪري ٿو، جو ڪيس اڳ نه هو“[9] ۽ چيو اٿن ته ”جنهن  ظالم جي مدد ڪئي ته الله تعاليٰ ان (ظالم) کي انهيءَ مٿان قابض ڪندو“[10] يا جيئن فرمايو اٿن ته ”جو صبح جو فقط هن هڪڙي فڪر (ڳڻتي) سان اٿيو (ته جيئن اٿي نماز پڙهان)، ته ان لاءِ الله تعاليٰ

سندس دنيا ۽ آخرت جي فڪرن لاءِ ڪافي آهي.“[11] جڏهن تون انهن سڀني ڳالهين جو تجربو ڪندين، هزار نه بلڪ ڪئي هزار دفعا ڪري بس ڪندين، ته پوءِ توکي اهڙو ضروري علم حاصل ٿي ويندو، جنهن ۾ شڪ لاءِ ڪائي جڳهه نه هوندي.

هن ئي طريقي سان تون نبوت ۾ يقين رکڻ جي ڳولا ڪر، ۽ نه هن لحاظ کان ته اها لٺ کي نانگ بنايو ٿي چڏي، يا چند کي چيريو ٿي وجهي! ڇا لاءِ جو جيڪڏهن تون فقط هڪ ڳالهه کي خيال ۾ آڻيندين، ۽ انهن بيشمار حالتن کي درگذر ڪندين، جي ان سان لاڳو آهن، ته پوءِ وقتي طور تون اهو خيال ڪري ويهندين ته اهو جادو ۽ دوکو هو ۽ اها خدا تعاليٰ جي طرفان هڪ گمراهي هئي، جو هو ”جنهن کي چاهي گمراهه ڪري ٿو ۽ جنهن کي چاهي هدايت وارو ڪري ٿو.“[12]

هن طريقي سان ته پوءِ، معجزي متعلق، ڪيترائي سوال اچي تنهنجي مٿان ڪڙڪندا، پوءِ جيڪڏهن تنهنجو ايمان هڪ مرتب ڪلام تي مبني آهي، جنهن ڪلام ۾ معجزي تي بحث هوندو ته پوءِ تنهنجو اهو ايمان هڪ اهڙي سلسليوار ڪلام اڳيان بيهي نه سگهندو، جنهن ۾ معجزي بابت شڪ ۽ مشڪلات تي بحث ڪيل هوندو. سمجهو ڪٹي ته هن قسم جا معجزا تنهنجي جملي خيالن جي دليلن ۽ لاڳو حالتن سان ٺهڪيل آهن ۽ تون ضروري علم حاصل به ڪرين ٿو، ليڪن ان هوندي به تون چئي نٿو سگهين ته ان جو بنياد ڇا تي آهي، هيءُ ته ان ماڻهوءَ مثل آهي، جنهن کي هڪ جماعت کان ڪا خبر ملي ٿي، جا ائين ئي گهڻي زماني کان هلندي اچي ٿي، پر هو چئي نٿ سگهي ته ڪيس يقين

ڪنهن هڪ خاص شخص کان حاصل ٿيل آهي. اٿلو ڪيس اها به خبر نه آهي ته ان جو منڍ ۽ بنياد ڪٿي آهي نه ته اهو (علم، يقين) ڪو مجموعي ڪان ٻاهر ئي آهي ۽ نه وري ڪنهن خاص شخص وٽ ئي بند آهي. هيءُ ته مضبوط ۽ علمي ايمان آهي. باقي ”ذوق“ سو ته مشاهدي ۾ هٿ سان وٺڻ (جيئن ڪا شيءِ هٿ سان وٺجي ۽ دير نه لڳي) مثل آهي، ۽ اهو صوفين جي طريقي ڪان سواءِ هٿ نه اچي سگهندو. في الحال، هيتري قدر نبوت جي حقيقت بيان ڪرڻ منهنجي مقصد لاءِ ڪافي آهي ۽ هاڻي مان ان جي ضرورت جو ذڪر ڪريان ٿو.

# علم کان منهن موڙڻ بعد موٽي ان جي اشاعت ڪرڻ جو سبب

جڏهن مان خلوت ۾ اڪيلائيءَ ۾، ڏهه سال کن لڳو رهيس تڏهين مون کي هن ڳالهه جو گهڻن ئي سببن جي ڪري، ضروري علم حاصل ٿيو، پوءِ ڪنهن وقت ”ذوق“ ذريعي، ڪنهن وقت برهاني علم جي معرفت ، ته ڪنهن وقت وري ايماني قبوليت (قبول) جي وسيلي: مراد انهيءَ روح جي حقيقت آهي، جا الله تعاليٰ سڃاڻڻ جي جاءِ آهي نه گوشت ۽ رت گڏيل دل ، جا مردي ۽ جانور ۾ به آهي، مون ڏٺو ته جهڙي طرح جسم لاءِ تندرستي سعادت آهي ۽ مرض جسم لاءِ تباهي آهي، اهڙيءَ طرح روح لاءِ به هڪ طرف تندرستي ۽ سلامتي آهي. ۽ ڪو به ڇوٽڪارو نه پائيندو، مگر ”اهو جو الله تعاليٰ وٽ سليم قلب سان ايندو“[13] ته ٻئي طرف بيماري به آهي، جنهن ۾ سندس آخروي ۽ ابدي تباهي آهي، جيئن جو الله تعاليٰ فرمايو آهي ته ”انهن جي دلين ۾ بيماري آهي.“[14]هيءَ ڳالهه روشن ٿيم ته الله تعاليٰ کان جاهل رهڻ هڪ قاتل زهر آهي ۽ نفس جي خواهش جو پوئلڳ ٿي، الله تعاليٰ جي نافرماني ڪرڻ انهيءَ مرض کي وڌائي ٿو، ۽ الله تعاليٰ کي ڄاڻڻ سڃاڻڻ (دل لاءِ) هڪ حياتي ڏيندڙ ترياق آهي ۽ نفس جي حوس کي ريٽي سندس (الله تعاليٰ) پيروي ڪرڻ (ان لاءِ) شفا بخشيندڙ دوا آهي. ان جي مرض دور ڪرڻ ۽ صحت حاصل ڪرڻ لاءِ دوائن کان سواءِ،

ٻيو ڪو رستو ئي ڪو نه هو، جيئن جو بدن جي علاج لاءِ به اهو ئي رستو آهي. ۽ جيئن ته بدن جون دوائون ڪن خاصيتن ڪري تندرستي آڻين ٿيون، جن (خاصيتن) کي عقل وارا پنهنجي عقل جي موڙيءَ سان سمجهيو نٿا سگهن.، تنهن ڪري اهو ضروري آهي ته اهڙن طبيبن جو چيو مڃيو وڃي، جن اهي ڳالهيون پيغمبرن کان سکيون آهن ۽ جن وري پنهجي نبوت جي خاصيت جي معرفت شين جي خاصيتن کان واقفيت حاصل ڪئي آهي.

اهڙيءَ طرح ، مون اڳيان هي به ضروري علم کلي پڌرو ٿيو ته عبادتون جن جون حدون ۽ انداز پيغمبرن طرفان مقرر ٿيل آهن، تن جي اثر کي عقلمند پنهنجي عقل جي سامان سان پروڙي نٿا سگهن. اتي به اهو واجب آهي ته پيغمبرن جي پيروي ڪئي وڃي. جن انهن خاصيتن کي نبوت جي روشنيءَ سان سمجهيو آهي ۽ نه عقل جي موڙيءَ ذريعي. جهڙيءَ طرح دوائون خطن مان ٺهيل آهن، جي (خط) جنس ۽ مقدار ۾ مختلف آهن، جن مان هڪڙا وزن ۽ مقدار ۾ ٻين جي ٻيڻ آهن. ۽ اهو ظاهر آهي ته انهن جي مقدار ۾ اهو اختلاف خاصيتن جي ڪنهن راز کان خالي نه آهي، تهڙيءَ طرح عبادتون جي دلين جي بيمارين جون دوائون آهن، ڪن فعلن (ڪمن) مان جڙيل آهن، جي جنس ۽ مقدار(انداز) ۾ اختلاف رکن ٿا، جيئن جو سجدو ظاهر ۾ رڪوعن کان ٻيڻا آهن، ۽ صبح جي نماز مقدار ۾ شام جي نماز جو اڌ آهي ۽ اهي انداز ڪنهن راز کان خالي نه آهن، ۽ جي خاصيتون انهن ۾ سمايل آهن، تن کان نبين سڳورن کان سواءِ ٻيو ڪو به واقف ٿي نٿو سگهي.

فوٽنوٽ

---

[1]امام صاحب جن جو چوڻ آهي ته جيئن نماز شروع ڪرڻ جي ڪنجي تڪبير تحريمه ( الله اڪبر) آهي ۽ نمازيءَ تي پوءِ هر شيءِ سواءِ الله تعاليٰ جي ياد جي، حرام آهي، اهڙي طرح سان صوفي طريقي جي ڪنجي آهي، دل کي الله تعاليٰ جي  ياد ۾ صاف ڀوڙي ڇڏڻ.

[2]”حلول“ چئبو آهي، ڪنهن هڪ شيءِ جو ٻيءَ شيءِ ۾ اهڙيءَ طرح داخل ٿي وڃڻ کي، جو  منجهن فرق باقي نه رهي، ۽ انهن ٻنهي مان هر هڪ کي انهيءَ ساڳي نالي سان پڪاري سگهجي. ان مان صوفين جي  مراد آهي ته الله تعاليٰ عارفن ۾ حلول ڪري ٿو.

[3][3]”اتحاد“ وري ٻن شين جي ملي وڃڻ کي چئبو آهي، صوفين جي  عرف پٽاندر ان جي معنيٰ آهي ”حق جو مشاهدو ڪرڻ ۽ ان سان ملي وڃڻ“ مگر هي ميلاپ اهڙو هجي، جو هر شيءِ حق سان موجود رهي ۽ ان کانسواءِ

[4]غالبا ”وصول“ مان امام غزاليءَ جي  مراد آهي ” واجب الوجود سان متصل ٿيڻ.“

[5] (اتي) جو ڪجھ  هو، سو هو، مان اهو سلي نٿو سگهان، (اي منهنجا دوست) گمان سٺو رک ۽ ٻي (ان بابت) خبر ئي نه پڇ!

[6] قرآن مجيد ـــ يرفع الله الذين آمنو امنکم و الذين اُوتوا العلم درجات

[7] قرآن ــ ومنهم من يستمع اليڪ، حتي اذا خر جوا من عندڪ قالوا للذين اوتوا العلم ماذ ا قال انفاً اولائڪ الذين طبع الله علي قلوبهم و اتبعوا اهواءَ هم، فاصمهم واعمي ابصارهم.

[8] قرآن مجيد ــ و مايعلم جنود ربڪ الاهو.

[9]ضعيف حديث آهي.

[10]حديث جي مشهور ڪتابن ۾ هيءَ حديث نٿي ملي.

[11]حديث جي مشهور ڪتابن ۾ هيءَ حديث موجود نه آهي.

[12] قرآن مجيد ــ يضل من يشاءُ و يهدي من يشاءُ

[13] قرآن مجيد ــ الا من اتي الله بقلب سليم.

[14] قرآن مجيد ـــ في قلوبهم مرض.

سچ پچ اهو ماڻهو وڏو احمق ۽ جاهل آهي، جو عقل جي ذريعي هيءَ ڪوشش ڪري ڏيڪارڻ چاهي ٿو ته انهيءَ انتظام ۾ حڪمت رکي آهي، يا هي گمان ڪري ٿو ته اهو (انتظام) بطور اتفاق آيل آهي، ۽ ان ۾ ڪو الاهي راز رکيل ڪونهي، جو بالخاصيت آهي ان جي تقاضا ڪنڌڙ هجي ۽ جهڙيءَ طرح دوائن لاءِ به چند اصول هوندا آهن، جي انهن جا ٿنڀا هوندا آهن ۽ ڪجهه زائد شيون به ساڻن لاڳو هونديون آهن. جي انهن جو پورائو ڪندڙ هونديون آهن، جن مان هر هڪ کي پنهنجي ٿنڀي جي ڪم ۾ خاص اثر هوندو آهي، اهڙيءَ طرح نفل ۽ سنتون به عبادتن جي تڪميل ڪن ٿيون.

مختصر هي آهي ته نبي سڳورا دل جي بيمارين جا طبيب آهن، ۽ عقل اسان کي فقط هي فائدو پهچايو آهي، جو ان اسان کي ان(نبوت) سان

واقفيت ڪرائي آهي، ۽ نبوت جي حقيقت کي ان مجيو آهي ۽ هن ڳالھ جو به اعتراف ڪيو آهي ته هو (عقل) پاڻ انهن ڳالهين کي سمجھڻ کان لاچار آهي.

جي نبوت جي اک سان سمجھ ۾ اچن ٿيون، ۽ اسان کي هٿ کان وٺي انهيءَ (نبوت) جي حوالي ڪيو اٿس، جيئن انڌي کي سونهين ۽ پريشان مريض کي مهربان طبيب جي حوالي ڪيو ويندو آهي. عقل فقط هيستائين ئي هلي سگهي ٿو ۽ بس اڳتي وڃڻ کان هو قاصر آهي، سواءِ انهيءَ ڳالھ سمجھڻ جي، جا ”طبيب“ کيس ٻڌائي سمجهائي، هي ڳالهيون آهن، جي بالضرور مون کي مشاهدي مثل هن اڪيلائي ۽ هيڪلائي ۾ معلوم ٿيون آهن. پوءِ اسان ڏٺو ته نبوت جي اصل ۾ به ماڻهن جا عقيدا ڪمزرو آهن، ۽ خود نبوت جي حقيقت سمجھڻ ۾ به سندن عقيدن ۾ ڪمزوري آهي، نه فقط ايترو، پر عمل، جن جي نبين سڳورن سمجهاڻي ڏني آهي، تن متعلق به(ماڻهن جي سمجھ ۾) فتور آهي، تحقيق ڪري ڏٺوسين ته هيءَ مصيبت ته ساري خلق ۾ ڦهليل ۽ پکڙيل آهي، لهذا ماڻهن جي انهيءَ ڪمزوري ۽ سندن ايمان جي ضعيفيءَ جي سببن تي نظر ڊوڙائيندي ڏٺوسون ته اهي چار آهن:

پهريون سبب، انهن ماڻهن سان تعلق رکي ٿو، جي فلسفي ۾ اونهو وڃن ٿا.

ٻيو سبب، انهن ماڻهن سان واسطو رکي ٿو، جي تصوف جي ته ۾ وڃن ٿا.

ٽيون سبب، انهن ماڻهن بنسبت آهي، جي ”تعليم“ ڏانهن پاڻ کي منصوب ڪن ٿا.

چوٿون سبب، انهن ماڻهن جي ڪم سان تعلق رکي ٿو، جي خلق ۾ ”عالم“ سڏيا وڃن ٿا.

مان گهڻي وقت تائين ماڻهن کي هڪ ٻئي پٺيان جاچيندو ۽ چڪاسيندو رهيس ۽ انهن مان هرهڪ کان شروع جي تابعداريءَ ۾ قاصر رهڻ بابت پڇندو رهيس.

مان، ماڻهوءَ کان سندس شڪ بابت ، سوال ڪندو رهيس ۽ سندس عقيدي ۽ ڳجهه جي ڳولا ۾ لڳو رهيس. مون ڪانئس هي سوال پڇيو ته ”ڀلا تون ڪهڙي سبب شرع جي فرمانبرداريءَ ۾ قاصر رهين ٿو؟ جيڪڏهن تون آخرت کي مڃين به ٿو ته پوءِ انهيءَ لاءِ تياري ڇو نه ٿو ڪرين؟ ۽ دنيا خاطر ان کي وڪڻين ڇو ٿو؟ ڇا لاءِ ته هيءُ ته حماقت آهي ته جڏهن تون ٻن کي هڪ خاطر وڪڻڻ لاءِ تيار نه آهين، ته پوءِ ڪيئن ٿورڙن ڏينهن لاءِ هميشه جي حياتيءَ کي وڪڻي رهيو آهين؟ پوءِ جيڪڏهن تو کي آخرت تي ايمان نه آهي، ته پوءِ ته تون ڪافر آهين. ايمان لاءِ پنهنجي نفس کي سنوار ۽ پنهنجي لڪل ڪفر جي جاچ پڙتال ڪر، ڇا لاءِ جو اهو (ڪفر) تنهنجو باطني مذهب آهي، ۽ تنهنجي ظاهري جرات جو ڪارڻ آهي، پوءِ جيتوڻيڪ ڪٽي تون ڪجهه ايمان جي عزت خاطر ۽ شرع جي ڳالهه کي مان ڏيڻ خاطر، ان کي صاف طور بيان نٿو ڪرين.“

هتي ڪو صاحب سوال پڇندو ته ”جيڪڏهن هن (شرعي حڪم جي پيروي ڪرڻ ضروري هجي ها، ته عالم ان تي پاڻ وڌيڪ ڪاربند رهن ٿا، حالانڪ حقيقت ته هيءَ آهي ته مشهور عالمن ۽ فاضلن ۾ ڪي اهڙا آهن، جي نماز نٿا پڙهن، ڪي شراب پين ٿا، ڪي وقت جي ملڪيت ۽ يتيمن جو مال کائين ٿا. ڪي سلطان جي پينشن کائن ٿا ۽ حرام کان پرهيز نٿا ڪن، ۽ ڪي ته اهڙا آهن جي فيصلي ۽ شهادت ڏيڻ لاءِ به رشوت وٺن ٿا ۽ اهڙا ٻيا ڪيترا مثال آهن!“

ٻيو، تصوف جي دعويٰ ڪندڙ، وري هي گمان رکي ٿو ته هو هڪ اهڙيءِ منزل کي وڃي رسيو آهي، جو گهڻي عبادت ڪرڻ جي کيس ڪا ضرورت ئي ڪانهي!

ٽيون وري اهل اباحت (زنديق) جي شڪن کي ڪڙو ڪري ٿو.(شڪن جوشڪار ٿي پاڻ کي برغلايو ڇڏي).

هي سڀئي تصوف جي واٽ کان گمراهه ٿيل آهن.

چوٿون، اهل تعليم وارن کي ملي، چوڻ لڳو ته ”حق ڏاڍو مشڪل آهي، ان کي حاصل ڪرڻ جو رستو بند ٿيل آهي، ان ۾ اختلاف به تمام گهڻو آهي، ۽ ڪو هڪ مذهب ڪنهن ٻئي مذهب کان بهتر نه آهي، عقل جا دليل هڪ ٻئي سان ٽڪر کائين ٿا، لهذا اهل الراءِ جي راءِ تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي.

”تعليم“ جي طرف سڏيندڙ سڪٽيون دعوائون ڪري ٿو، جن لاءِ وٽس ڪا ثابتي نه آهي. ته پوءِ ان حالت ۾ مان شڪ هوندي (شڪ جي موجود هوندي)، يقين کي ڪيئن ٿو قائم رکي سگهان؟“

پنجون هيئن چوڻ لڳو ته ”مان هي ڪم تقليد طور نٿو ڪريان (يعني اڪيون ٻوٽي ڪنهن امام جي پيروي نٿو ڪريان)، پر مون فلسفي جي علم کي پڙهيو آهي ۽ نبوت جي حقيقت کي سمجهيو آهي ته واقعي نبوت موجود آهي، ۽ انهيءَ جو ڦل انهي کي حاصل ڪرڻ حڪمت ۽ مصلحت سان ڀريل آهي. عبادتون جن جي لاءِ نبوت حڪم ڪيو آهي. تن جو مقصد اهو آهي ته جيئن عام ماڻهن ۾ ضبط ۽ انتظام رهي ۽ پاڻ ۾ وڙهڻ ۽ جهڳڙن کان روڪجن ۽ نفساني خواهشن ۾ ڪاهي نه پون. مان ڪو جاهل ماڻهن مان ته ڪو نه آهيان، جو فرض (تڪليف) جي تنگ دائرن ۾ اچي داخل ٿيان ۽ پاڻ ڦاسايان مان ته دانائن مان آهيان ۽ دانائيءَ جو پوئلڳ آهيان ۽ ان سان ئي شين کي چڱيءَ طرح سان ڏسي ۽ پرکي سگهان ٿو. تنهن ڪري مان تقليد کان بي پرواهه آهيان“

هيءَ انهيءَ شخص جي ايمان جي انتها آهي، جنهن الله تعاليٰ ۾ ايمان رکندڙن (الاهيون) جي فلسفي کي پڙهيو آهي،

تون هيءَ ڳالهه ابن سينا ۽ ابو نصر فارابيءَ جي ڪتابن ۾ ڏسندين ۽ هي اهي شخص آهن، جي اسلام جي ظاهري نمائش ڪن ٿا، (اسلام جو ٻاهريون ڏيک رکن ٿا).

ڪڏهن تون ڏسندين ته هڪڙو ماڻهو قرآن به پڙهي ٿو، نماز به جماعت سان ادا ڪري ٿو. زبان سان شريعت جي هر حڪم جي تعظيم به

ڪري ٿو. مگر ان هوندي به هو شراب پئي ٿو ۽ ٻيون برايون بچڙايون به ڪري ٿو.

جڏهن ڪائنس پڇيو وڃي ٿو ته ”جيڪڏهن نبوت صحيح نه آهي، ته پوءِ تون نماز ڇو ٿو پڙهين؟“

ان جو ڪنهن وقت هي جواب ڏيندو ته ” جسم جي ورزش خاطر ائين ڪريان ٿو“

يا وري چوندو ته ”ماڻهن جي اها ئي روش ۽ رواج آهي ان جو لحاظ ڪرڻو آهي“

ڪن موقعن تي ته وري هي اقرار پڻ ڪندو ته ”شريعت صحيح آهي ۽ نبوت حق آهي، پوءِ جڏهن پڇبس ته ”پلا تون شراب ڇو ٿو پيين؟“ ان جي جواب ۾ وري هيءَ وراڻي ڏيندو ته ”شراب ته فقط هن لاءِ ممنوع ڪيو ويو آهي. جو اهو (پاڻ ۾) دشمني ۽ نفرت ڦهلائي ٿو، مان پنهنجي سمجھ ۽ دانائيءَ سان ان (دشمني ۽ نفرت) کان پاڻ کي سنڀالي رکان ٿو، ۽ شراب پيئڻ مان منهنجو مطلب هي آهي ته پنهنجي ذهن (اندر، دل) کي تيز ۽ هوشيار رکان“.

ابن سينا خود ، پنهنجي وصيتنامي ۾ لکيو آهي ته هن الله تعاليٰ سان ڪيترين ئي ڳالهين متعلق عهد ڪيو آهي ۽ هن لاءِ به ساڻس انجام ڪيو آهي ته هو شريعت جي سڀني فرضن جي عزت ۽ توقير ڪندو ۽ ديني عبادتن ۾ ڪڏهن به پٺتي نه پوندو. (گهٽتائي نه ڪندو) ۽ شراب لذت خاطر نه پيئندو (مگر دوا طور ان کي استعمال ڪندو).

ايمان جي صفائيءَ ۽ عبادتن جي بجا آوري ڪرڻ سندس جان جي انتها هيءَ آهي، جو دوا خاطر شراب جي پيئڻ کي الڳ رکيائين (مستغني رکيائين.) هي انهن فيلسوفن جو ايمان آهي، جي مذهبي ايمان رکڻ جي دعويٰ ڪن ٿا. انهن جي ڪري ٻيا به گهڻائي دوکي ۾ اچي ويا آهن، ۽ سندن دوکي ۾ اچا به گهڻو اضافو هن ڪري ٿو ٿئي، جو هنن انهن (فيلسوفن) جي خلاف جيڪي اعتراض اٿاريا، سي ڪمزور هئا. جيئن اسان هن کان اڳ ذيڪاري چڪا آهيون، ته اهي انهن (فيلسوفن) جي علم جاميٽريءَ، علم منطق ۽ اهڙن ٻين علمن جو انڪار ڪرڻ لڳا. حالانڪ انهن(علمن) ۾ ضروري سچائي سمايل هئي.

جڏهن مون ڏٺو ته گهڻن ماڻهن جي ايمان ۾ مٿين سببن جي ڪري، ضعف اچي ويو آهي ۽ اهو به اهڙو، جنهن کي بيان ڪرڻ نٿو سونهين ۽ اهو به ڏٺم ته مان جڏهن هر قسم جي شڪن ۽ شبهن کي رفع ڪرڻ ۾ ڪافي مهارت حاصل ڪري چڪو آهيان. ۽ اهڙن کي قائل ڪرڻ ۽ انهن کي مطمئن ڪرڻ به مون لاءِ آسان آهي، ڇو ته مون فلسفو، تصوف، باطني علم، ظاهري علم ۽ طريقا ڪافي غور سان مطالع ڪيا آهن. تڏهن منهنجي دل ۾ آيو ته جڏهن اها بلا عالمگير ٿي چڪي آهي، 611 بيمار ته پري رهيا، خود طبيب به سٽيل آهن ۽ مخلوق تباهيءَ ۽ حلاڪت جي عذاب ۾ گرفتار ٿي چڪي آهي، تڏهن اهڙي دور ۾ منهنجو خلوت نشين ٿيڻ مفيد نه آهي. پوءِ مون پاڻ کي چيو ته هن انڌيري

ڪي هٽائڻ لاءِ  تون پلا پاڻ کي ڪڍهن رُنپائيندين (يعني مشغول ڪندين)؟

تون جيڪڏهن ڪٽي ماڻهن کي سندن گمراه رستي کان هٽڻ ۽ صحيح رستي ڏانهن موٽڻ لاءِ دعوت به ڏيندين، ته پوءِ ان جو نتيجو هي نڪرندو، جو اهي سڀئي تنهنجي مخالفت ۾ اٿي کڙا ٿيندا، ۽ پوءِ تون انهن سان لڙي ڪيئن سگهندين؟ ۽ انهن ۾ زندگي ڪيئن گذاري  سگهندين، جڏهن تون خوب ڄاڻين ٿو ته هي ڪم زماني جي مدد، ۽  ديندار ۽ طاقتور سلطان جي تعاون کان سواءِ پورو ٿي نه سگهندو؟

مون ته پوءِ ائين سمجهيو ته، گويا الله تعاليٰ جي طرفان، گوشه نشين ٿي ويهڻ جي  مون کي رخصت مليل آهي ۽ ان لاءِ هي سبب پيش ڪيم ته مان حق کي بحث ۽ دليلن ذريعي کولي پڌرو ڪري نه ٿو سگهان مگر الله تعاليٰ اڳيئي فيصلو ڪري ڇڏيو هو، جو وقت جي بادشاه جي دل ۾ هيءُ جنبش آندائين ۽ هيءَ جنبش ڪا ٻاهرين نه هئي. هن مون کي نيشا پور واپس ورڻ لاءِ سخت حڪم نامو موڪليو ته ” ماڻهن ۾ دين لاءِ جا هيءَ سستي پيدا ٿي آهي، تنهن جو اڄي تدارڪ ڪر“ سندس حڪم ايترو ته تاڪيدي ۽ سخت هو، جو جيڪڏهن  مان ان جي خلاف وڃڻ تي ضد ڪريان ها، ته هميشه  لاءِ ڪانئس جدا ٿي وڃان ها. پوءِ منهنجي دل  ۾ هي خيال آيو ته رخصت جو سبب ته هاڻي ڪمزور پئجي ويو آهي، تنهن ڪري اهو  مناسب نه آهي ته تنهنجو خلوت کي ڇهڻي پوڻ

تنهنجي سستيءَ ۽ آرام طلبيءَ تي مبني هجي، يا وري روحاني طاقت جي تلاش ۽ جان کي خلق جي ايذاءُ کان بچائڻ لاءِ ئي هجي.

ڇا، مخلوق کي براين کان بچائڻ جي اوکي ڪم جي لحاظ کان تو هيءَ رخصت پاڻهي پاڻ کي ته ڪانه ڏني آهي! الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته ”ماڻهن اهو گمان ڪيو آهي ڇا ته هو فقط انهيءَ چوڻ سببان ئي ڇڏيا ويندا ته اسان ايمان آندو آهي، ۽ انهن کي آزمايو ئي نه ويندو؟ تحقيق اسان انهن جي اڳين کي به آزمايو آهي“.[1]

وري ٻئي هنڌ پنهنجي رسول کي، جو سڄي مخلوق ۾ وڌيڪ مانوارو آهي، (ان کي) چوي ٿو ته ”تحقيق تو کان اڳ به رسولن کي ڪوڙو سمجهيو ويو، ۽ کين ايذايو به ويو، ليڪن انهن ان تي صبر ڪيو، تان جو کين اسان جي مدد اچي رسي، ۽ الله تعاليٰ جي حڪمن کي ڪير نه ٿو بدلائي سگهي. تحقيق تو وٽ نبين جي خبر آئي“ [2]

۽ فرمان آهي ته ”هن حڪمت ڀرئي قرآن جو قسم آهي[3] ته تون فقط انهن کي ئي خبردار ڪري سگهين ٿو، جي قرآن جي پيروي ڪن ٿا.[4]

مون، ان بابت انهن ڏاهن سان به مشورو ڪيو، جي دل ۽ مشاهدي جي ڳالهين ۾ ماهر هئا. انهن سڀني مون کي اها صلاح ڏني ته . تون خلوت کي ترڪ ڪر۽ هن اڪيلائيءَ جي آرامگاه کان ٻاهر نڪري اچ“. منهنجي هن ارادي کي وڌيڪ تائيد هن ڪري به آئي، جو ڪيترن الله جي نيڪ ٻانهن اهڙا خواب ڏٺا، جن سڀني هيءَ شاهدي ڀرئي ڏني ته هيءَ تحريڪ ڀلائي ۽ هدايت جو سرچشمو آهي، الله تعاليٰ پنهنجي

دين کي هر صديءَ جي شروع ۾ جيارڻ جو واعدو ڪيو آهي.[5] منهنجي اميد مضبوط ٿي ۽ هنن حقيقتن سببان سڻو گمان غالب ٿيو. الله تعاليٰ ، ذوالقعد مهيني سن 499ھ ۾ منهنجي نيشاپور ڏانهن واپسي مون لاءِ سهنجي ڪئي ته جيئن مان هن مهم کي منهن ڏيئي سگهان. نيٺ مان بغداد مان ذوالقعد مهيني، سن 488ع (هجري) جي روانو ٿيو هوس، ان حساب موجب منهنجي گوشه نشينيءَ جو مدو يارنهن سال ٿيو. هيءَ هڪ جنبش هئي، جنهن کي الله تعاليٰ پيدا ڪيو هو، ۽ اها سندس ڪرشمن مان هڪ ڪرشمو هئي، جو هيتري ساري اڪيلائيءَ جي عرصي ۾ منهنجي دل ۾ ان بابت ڪو به وهم ۽ خيال ئي نه ٿي آيو، اهڙيءَ طرح مان بغداد مان ٻاهر وڃڻ، ۽ پنهنجي عهدي کان علحدو ٿي رهڻ به اهڙيون ڳالهيون هيون، جي ڪڏهين به دل تي ڪو نه آيون، بلاشڪ، الله تعاليٰ جي (آڱرين مان) ٻن آڱرين جي وچ ۾ آهي.“[6]

مون بخوبي پئي سمجهيو ته مان جيڪڏهين علم پکيڙڻ لاءِ موٽيس، ته پوءِ مان چڻ ته نه موٽيس! ڇا لاءِ جو اهڙو موٽڻ گويا اڳينءَ حالت ڏانهن واپس ورڻو هو، مان ان زماني ۾ به علم جي اشاعت ڪندو هوس، جنهن مان دينوي ناموس حاصل پئي ٿيو. مون ان (علم) ڏانهن ماڻهن کي پنهنجي قول ۽ فعل سان پئي دعوت ڏني، ۽ اها ئي منهنجي نيت ۽ منهنجي مراد هئي. باقي هاڻي سو انهن کي انهيءَ علم طرف پڪاريان ٿو، جنهن ۾ دنيا جي ناموس کي ترڪ ڪرڻو آهي، ۽ جنهن جي ذريعي ان (ناموس) جي گهٽتائي سڃاتي وڃي ٿي. هيءَ ئي هاڻي منهنجي نيت

آهي، منهنجو  ارادو آهي ۽ منهنجي مراد آهي. (الله سائين انهيءَ کي خوب ڄاڻي ٿو ته اهو ائين آهي).

اها منهنجي دلي خواهش آهي ته مان پنهنجي ۽  ڀين جي اصلاح ڪريان ۽ مون کي هي معلوم نه آهي ته مان پنهنجي  مراد کي رسندس يا ان جي رسڻ کان اڳيئي سفر سڌاريندس (مري ويندس). ليڪن پنهنجي يقيني ايمان ۽ مشاهدي ۾ هيءُ ويساهه اٿم ته الله تعاليٰ کان سواءِ ٻي ڪابه قوت ۽ طاقت ڪانهي، ۽ مان پنهنجي  سر نٿو چوان، مگر هو مون کي  چوري ٿو، ۽ مان پاڻ ڪو ڪم نه ٿو ڪريان، مگر  هو مون کان اهو  ڪم  وٺي ٿو: تنهن ڪري انهيءَ کي  ٻاڏايان ٿو ته  هو پهريائين منهنجي اصلاح ڪري ۽ پوءِ منهنجي معرفت ڀين جي اول ۾ مون کي هدايت وارو ڪري ۽ ان کان  پوءِ منهنجي ذريعي ڀين کي ، مون کي صحيح حق ڏيکاري، جيئن اهو آهي  ۽ ان جي پيروي ڪرڻ جي توفيق عطا فرمائي، ۽ ڪوڙ کي اصلي حالت ۾ منهنجي اڳيان کولي پڌرو ڪري، ۽ ان کان پري رهڻ جي  قوت نصيب فرمائي.

اسين هاڻي ايمان جي ڪمزوريءَ جي سببن ڏانهن  موٽون ٿا،  جن جو اسان پهريائين ذڪر ڪيو آهي ۽ انهن ڪمزور ايمان وارن کي هدايت جي رستي تي آڻڻ ۽ تباهيءَ کان بچائڻ جي رستي جو به ذڪر ڪريون ٿا.

هاڻي، جيڪي مونجهاري جي دعويٰ رکن ٿا،  ڇا لاءِ جو انهن اهل تعليم وارن کان اهڙو ٻڌو به آهي، ان جو اعلان جيئن اسان اڳي ٻڌايو آهي،

اسان جي ڪتاب ” القسطاس المستقيم“ ۾ آهي، هتي اسين ان کي زياده بيان ڪرڻ نه ٿا چاهيون.

وري اهل اباحت آهن، جي عجيب قسم جا وهم رکن ٿا. اسان انهن جي شڪن کي ستن قسمن هيٺ آندو آهي ۽ انهن کي پنهنجي ڪتاب ”ڪيميائ سعادت“ ۾ کولي سمجهايو آهي.

باقي جن فلسفي جي مطالعي ڪرڻ سان، ايتريءَ حد تائين، پنهنجو ايمان بگاڙيو ۽ خراب ڪيو آهي، جو اصل نبوت جا به منڪر ٿي پيا آهن، تن اڳيان به اسان نبوت جي حقيقت ۽ ان جي لازمي طور موجود هجڻ جو بيان ڪري آيا آهيون. ۽ اهو به هن طرح ثابت ڪيو اٿئون، جيئن خود دوائن ۽ ستارن وغيره جي خاصيتن جو علم موجود آهي ۽ انهيءَ خاطر ئي اسان هي مقدمو پيش ڪيو آهي، ۽ اسان دليل به طب ۽ نجوم جي خاصيتن جي بنياد تي ڏنو آهي، ڇا لاءِ جو اهي انهن (فيلسوفن) جي علم مان آهن. اسان هر هڪ فن جي ماهر لاءِ، پوءِ ڪٿي هو علم نجوم ۾ ماهر هجي، خواه طب ۾، علم طبعي ۾ هجي يا جادوءَ يا طلسمات ۾، سندس ئي علم مان نبوت جي ثابتي پيش ڪنداسون.

هاڻي اهو شخص، جو نبوت کي زبان سان مڃي ٿو، پر شرع حڪمن کي فلسفي جي برابر ڪري ٿو، (فلسفي جي بنياد تي انهن جو فيصلو ڪري ٿو) ، ته پوءِ اهو سچ پچ نبوت جو منڪر آهي، ۽ اهو ڪنهن خص حڪيم (فيلسوف) جو مقلد ۽ پيرو آهي(مڃيندڙ آهي)، جنهن جو ستارو اهڙو بلند آهي. جو ماڻهو سندس پوئلڳ آهن، پر در اصل اها نبوت نه آهي. نبوت تي ايمان آڻڻ ۾ هڪ اهڙيءَ دنيا جو اقرار ڪرڻ

به شامل آهي، جا عقل جي پهچ کان ٻاهر آهي. هتي هڪ (خاص) اڪ ڪلي ٿي، جنهن جي ذريعي ماڻهو خاص ادراڪ ڪري ٿو ۽ عقل ان کان اهڙي طرح خارج آهي، جهڙيءَ طرح ٻڌڻ جي قوت رنگن جي سمجهڻ کان خارج آهي ۽ ڏسڻ جي قوت آوازن جي سمجهڻ کان مجبور آهي ۽ جهڙيءَ طرح سڀئي حواس معقولات جي سمجهڻ کان عاري آهن، مگر هو جيڪڏهن ان دنيا کي نه مڃي، ته اسان ان جي ممڪن هجڻ جي ثابتي پيش ڪئي آهي، ۽ خود ان جي موجود هجڻ جو دليل قائم ڪيو آهي. پر جي هو ان کي مڃيندو، ته پوءِ هن (گويا) ان ڳالهه جو اقرار ڪيو ته ڪي شيون وجود ۾ آهن جن کي خاصيتون سڏجي ٿو ۽ جي عقل جي دائري کان واقعي ٻاهر آهن. عقل ته ذري گهٽ انهن کي ڪوڙو سمجهي ٿو ۽ ڪين محال ڄاڻي ٿو.
آفيم جو دانق[7] [2]هڪ قاتل زهر آهي، جو اهو پنهنجي بيپناه ٿڌاڻ سببان رت کي رڳن ۾ ڄمائي ٿو ڇڏي. جيڪو علم طب جي ڄاڻ رکي ٿو، سو سمجهي ٿو ته جڏهن مرڪب سين مان ڪو مادو ٿڌو ٿئي ٿو، تڏهن ان ۾ پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جي عنصرن کي وڌايو وڃي ٿو، ڇا لاءِ جو اهي ٻئي عنصر ٿڌا آهن. هوڏانهن هي معلوم آهي ته پاڻيءَ ۽ مٽيءَ جا ڪيئي رتل هن در جي جهڙي ٿڌاڻ جسم ۾ پيدا ڪري نٿا سگهن. جيڪڏهن طبيعي (علم طبيعت جي ماهر) کي اهو ڪٿي ٻڌائجي ۽ هن ان جو اڳ تجربو به نه ڪيو هجي، يقينا

[2] درهم جي ڇهين پتي، اٽڪل چار رتيون.

چوندو ته ”هي محال آهي“، ۽ ان جو دليل هي ٻڌائيندو ته ” ان (آفيم) ۾ باهه ۽ هوا جا عنصر آهن ۽ انهن عنصرن سببان ڪا ٿڌاڻ وڌي نٿي. سمجهو ڪٿي ته اهو (آفيم) ساروئي پاڻيءَ ۽ مٽي جو مرڪب هو، ته به اهو هن درجي جيترو ٿڌو اثر پيدا نٿو ڪري سگهي ۽ ان ۾ به گرم شيون (جزا) ملايون وڃن، ته پوءِ ته ٿڌو اثر اڃا به گهٽو گهٽ پيدا ڪندو.“ هو ان کي دليل ڪري وٺي ٿو.

طبيعات ۽ الاهيات بابت، فيلسوفن جا اڪثر دليل هن قسم جا هوندا آهن. هو شين جو تصور پنهنجي جاچ جوچ ۽ عقل آهر ڪن ٿا. پوءِ جنهن شيءِ کان هو واقف نه آهن، تنهن لاءِ اهو فيصلو ڏين ٿا ته ان جو هجڻ ئي محال آهي. ۽ جيڪڏهن سچي خواب کان واقف نه هجن ها ۽ ڪو شخص اها دعويٰ ڪري(ها) ته جڏهن حواس ماٺ ۾ آهن تڏهن هو غيب جي ڳالهين کي ڄاڻي ٿو، ته پوءِ اهڙي ماڻهوءَ تي ناقص عقل وارا بلڪل اعتبار نه ڪن ها (۽ سندس ان دعويٰ کي ڪڏهين به سچو نه سمجهن ها) اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن کي چيو وڃي ته دنيا ۾ اهڙيءَ شيءِ به ٿي سگهي ٿي، جا هجي به ذري جيتري، ۽ جڏهن ڪنهن شهر ۾ رکي وڃي ته ساري ئي شهر کي کائي ناس ڪري ڇڏي ۽ ان بعد پاڻ کي به فنا ڪيو ڇڏي، جو نڪي ڪجهه شهر ۾ ئي رهي ۽ نه وري پاڻ ئي هجي، ته چوندو ته ”اهو محال آهي ۽ مڙيو ئي ٻاهتريائي آهي.“ هيءَ حالت باهه جي آهي. جنهن کان اهو ماڻهو انڪار ڪري ٿو، جنهن ان بابت ٻڌو ته سهي، ليڪن ان کي

ڏٺو نه هو، آخرت جي عجيب ڳالهين جو انڪار به گهڻو ڪري هن ئي قسم جو آهي.

علم طبيعت جي ڄاڻوءَ (طبيعيءَ) ڪي اسين وراڻي ڏيون ٿا ته ” تحقيق هاڻي تون هن چوڻ تي مجبور ٿيو آهين ته آفيم ۾ چمائڻ جي خاصيت آهي، جيتوڻيڪ اها ڳالهه عقل جي نظر ۾ طبيعت سان ٺهڪي نٿي اچي، ته پوءِ ان حالت ۾ اهو ائين چو نٿو ٿي سگهي، جو شريعت جي حڪمن ۾ ڪي خاصيتون سمايل هجن، جي دلين جي دوا ۽ صفائي ڪنديون هجن ۽ جي عقل ۽ فلسفي جي ادراڪ ۾ نه اچي سگهنديون هجن، مگر محض نبوت جي اک سان ئي ڏسي سگهجن!“ نه نه، هنن پاڻ ته اهڙين خاصيتن جو به اعتراف ڪيو آهي، جي هن ڪان به وڌيڪ تعجب ۾ وجهندڙ آهن، جن کي انهن پنهنجن ڪتابن ۾ آندو آهي، ۽ اهي انهن عجيب خاصيتن مان آهن، جن کي هنن پيٽ واريءَ جي علاج لاءِ، جنهن کي ٻار ڄمڻ ۾ ڏکيائي ٿئي، هيٺينءَ شڪل سان تجربي هيٺ آندو آهي.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| ب | ط | د | 2 | 9 | 4 |
| ز | ه | ج | 7 | 5 | 3 |
| و | ا | ح | 6 | 1 | 8 |

| د | ط | ب |
| --- | --- | --- |
| ج | ه | ز |
| ح | ا | و |

| ٤ | ٩ | ٢ |
| --- | --- | --- |
| ٣ | ٥ | ٧ |
| ٨ | ١ | ٦ |

جڏهين انهيءَ شڪل کي ڪپڙي جي ٻن خشڪ (جن کي پاڻي لڳل نه هجي) ٺڪرن تي لکيو ويندو، ۽ حامله عورت انهن ڏانهن نهاريندي، ۽ انهن کي پنهنجي پيرن هيٺيان رکندي ته ٻار يڪدم ٻاهر نڪري ايندو. طبي علم جي ڄاڻن انهيءَ ڳالهه جي ثيڻ جو اقرار ڪيو آهي، ۽ ان کي هڪ ڪتاب”عجائب الخواص“[8][3] ۾ آندو آهي.

هن شڪل کي نو (9) خانا آهن، جن ۾ خاص عدد لکيا ويا آهن. جن جو جملي جوڙ پندرهن ٿئي ٿو، خواه انهن کي اپو(مٿي کان هيٺ) ڪري پڙهجي، يا افق جي سنوت سان(سڌو) شمار ۾ آڻجي، يا وري ڪنڊو ڪنڊ ڪري ڳڻجي.

---

[3] . هن ڪتاب جو نالو ڪنهن به فهرست ۾ نه ٿو ملي. (جلباڻي صاحب ائين لکيو، پر هھڙن نالن سان هاڻي گهڻا ڪتاب ويبسائٽن تي ملن ٿا. هڪڙو مخطوطو خود امام غزالي جي نالي سان آهي. خواص تي هڪڙو ڪتاب جابر بن حيان جو موجود آهي (خواص الڪبير)، جيڪو ڪيمسٽري بابت آهي. پر ٻيا به گهڻائي ڪتاب هاڻي ويبسائٽ تي موجود آهن. (م.ع.چ)

عجب آهي جو ماڻهو انهيءَ ڳالھ کي ته مڃي ٿو، ليڪن سندس عقل، هن انتظام جي حقيقت کي سچ سمجهڻ لاءِ تيار نه آهي ته صبح جي نماز ٻن رڪعتن، ٻپهريءَ جي نماز چار رڪعتن ۽ سانجهيءَ جي نماز ٽن رڪعتن ۾ به ڪي خاصيتون آهن، جي فلسفي جي نظر سان معلوم ٿي نه ٿيون سگهن. هن انتظام جا سبب ڏينهن جا مختلف وقت آهن، پر انهن خاصيتن کي فقط نبوت جي روشنيءَ سان ئي پروڙي سگهجي ٿو. عجب جي ڳالھ آهي ته اسين جيڪڏهن هن عبارت کي ڦيرائي نجومين جي عبارت ۾ پيش ڪريون، ته پوءِ هو يقينا هنن وقتن جي اختلاف کي سمجهندا. مثلا اسين چئون ٿا ته" چا، طالع (جنم پتري) جو حڪم، سج جي آسمان جي وچ تي هجڻ (بلنديءَ جي هجڻ) يا جڏهن اهو ڦيري (مدارالشمس) ۾ اچي ٿو، يا وري جڏهن هو موٽ ۾ آهي، ڦري گهري نه ٿو ؟ ايتري قدر جو انهن پنهنجن جنم پترين ۾ علاج جي مختلف

8

هجڻ ۽ حياتيءَ جي ڊيگھ ۽ موت جي گهڙيءَ جو بنياد به هن ڦير گهير تي رکيو آهي. "سج جي زوال واري ءَ حالت ، ۽ ان حالت درميان ڪو فرق ڪو نه آهي، جڏهين هو آسمان جي وچ ۾ آهي، يا موٽ واريءَ حالت ۾، يا غائب ٿيڻ واريءَ حالت ۾ اچي ٿو، ان ڳالھ کي مڃڻ لاءِ به ڪو رستو آهي،" سواءِ هن جي ته هو هي سڀ نجوميءَ جي عبارت ۾ ٻڌي ٿو؟ ورنه هن ان جي ڪوڙ کي سئو دفعا آزمايو آهي، تنهن هوندي به، هو وري وري ان کي سچو سمجهندو اچي ٿو، ايتريءَ حد تائين، جو جيڪڏهن نجومي کيس چوي ٿه سج جڏهين وچ آسمان ۾ هوندو ۽

فلاڻو برج سندس (سج ) سامهون ايندو (ٿيندو)، ۽ فلاڻو برج مٿي چڙهندو هوندو، ته ان وقت جيڪڏهن تون نئين پوشاڪ پائيندين، ته انهيءَ نئي پوشاڪ ۾ قتل ڪيو ويندين. ته هو يقينا ان وقت تي نئون ڪپڙو نه پائيندو، پوءِ ڪٽي ڪنهن وقت سخت سردي ڇو نه سهڻي پويس! هن جيتوڻيڪ هيءَ هڪ (اهڙي) نجوميءَ کان ٻڌو آهي، جنهن جي ڪوڙ کان هو ڪيئي دفعا واقف ٿيو آهي. ان هوندي به عجب آهي ته اهو ماڻهو جنهن جو عقل هنن عجيب ڳالهين کي ته مڃي ٿو، ۽ مجبورا اهو به اعتراف ڪرڻو پويس ٿو ته ڪي خاصيتون آهن جن جي ڄاڻ ڪن نبين لاءِ هڪ معجزو آهي، ليڪن اهڙين ساڳين ڳالهين جو انڪار ڪري ٿو، جڏهن انهن کي هڪ اهڙي نبيءَ جي طرفان چيل ٻڌي ٿو، جو سدائين سچ ڳالهائي ٿو ۽ جنهن جي سچائيءَ جي تائيد معجزا ڪن ٿا ۽ جنهن ڪڏهن به ڪوڙ نه ڳالهايو آهي.

هاڻي هي خاصيتون، جي رڪعتن جي عدد، رمي الجمار[9] حج جي رڪنن جي شمار ۽ ٻين شرعي عبادتن ۾ سمايل آهن، تن جي هجڻ (امڪان) کان جيڪڏهن ڪو فلسفي انڪار ڪري ٿو ته پوءِ هو در اصل هنن ۽ دوائن ۽ نجوم جي خاصيتن ۾ ڪو فرق ڪونه لهندو، ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هو ائين چوي ته " مون علم نجوم ۽ علم طب ۾ ڪجھ تجربو ڪيو آهي ۽ ان ۾ ڪجھ صحيح ۽ سچ ڏٺو اٿم، لهذا ان جي تصديق ڪرڻ منهنجي دل ۾ ويهي ويئي آهي ۽ ان ڏانهن نفرت ۽ دوري باقي نه رهي آهي، پر هن (نبوت) جو ته مون تجربو ئي نه ڪيو آهي، سو ڪيئن معلوم ڪريان ته ان جو وجود ۽ حقيقت به آهي، پوءِ

ڪٽي مان ان جي ممڪن هجڻ جو اقرار به ڪريان؟“ ته مان جواب ۾ چوندس ته ”تحقيق ، تون پنهنجن تجربن جي تصديق ڪرڻ تي ئي چاڙ ڪي پاڻ مٿان بند نه ٿو رکين، مگر جن تجربو ڪيو آهي، تن جي خبرن کي ٻُڌي، سندن پيروي ڪرين ٿو. هتي (نبوت جي باري ۾) به تون ائين ڪر: نبين جي ڳالهين کي ٻڌ ڇا لاءِ ته انهن تجربو ڪيو آهي ۽ شرع ۾ جو ڪجهه آيو آهي تنهن جي سچائيءَ جو مشاهدو ڪيو اٿن. انهن جي راهه وٺ، پوءِ تون به يقيناً ان مان ڪجهه مشاهدو ماڻيندين.“

مان ته اجا به هئين چوندس ته جيڪڏهن تو ان جو تجربو نه به ڪيو آهي، ته به تنهنجو عقل ان ڳالهه جي تصديق ۽ پيروي ڪرڻ بلڪل لازمي ڄاڻي ٿو. فرض ڪريون ته هڪڙو ماڻهو آهي جو عاقل ۽ بالغ آهي، پر هن ڪڏهن ڪنهن بيماريءَ جو تجربو نه ڪيو آهي ۽ اتفاق سان هو بيمار ٿئي ٿو، ۽ هن کي هڪ مهربان پيءَ آهي، جو حاذق طبيب به آهي، ۽ هو ان (پنهنجي پيءُ جي علم طب ۾ مهارت ۽ مشهوري ان وقت کان ٻڌندو رهيو آهي، جڏهن کان پاڻ عاقل ٿيو آهي، سندس پيءُ هن لاءِ هڪ دوا تيار ڪري ٿو، ۽ چويس ٿو ته هيءَ تنهنجي بيماريءَ لاءِ مفيد آهي ۽ توکي مرض کان شفا ڏيندي. ان حالت ۾ هتي سندس عقل ڪهڙي تقاضا ڪري ٿو؟ ڇا هو اها دوا (جاڪڙي ۽ بيمزي آهي) استعمال ڪري، يا ان کي ڪوڙو سمجهي چوي ته ”مان شفا جي حاصل ڪرڻ لاءِ هن دوا جي ته ڪا مناسبت ئي ڪو نه ٿو ڏسان، ڇا لاءِ جو مون ان جو ڪو آزمودو به نه ڪيو آهي.“

تحقيق، جيڪڏهن هو ائين ڪندو، ته تون ان کي بيوقوف سمجهندين، ۽ اهڙي طرح سان جي تون به رڪجي بيهندين، ته سمجهو ۽ ڏاها توکي به نادان سمجهندا.

وري جيڪڏهن تون چوندين ته ”پلا، نبيءَ عليه السلام جن جي شفقت (مهرباني) ۽ سندن علم طب ۾ ڇاڻ کي آءُ ڪيئن سڃاڻان ۽ معلوم ڪريان؟“

مان چوندس ته ”تو پنهنجي پيءُ جي شفقت ڪيئن معلوم ڪئي هئي، اها ڪا محسوس ڳالهه ته ڪانه آهي، پر اهو علم نه تو سندس احوال جي لاڳاپن ۽ سندس (روزمره جي) مختلف ڪمن ڪارين کان حاصل ڪيو هو، جنهن ۾ ته ڪو شڪ ئي ڪونهي!“

اهڙيءَ طرح سان، جيڪڏهن ڪو ماڻهو الله جي رسول جي قولن تي نظر ڪندو ۽ انهن خبرن کي ڌيان ۾ آڻيندو جن مان پتو پوي ٿو ته پاڻ سونهارا مخلوق کي هدايت جي راهه ڏيکارڻ لاءِ ڪيترو نه ڪوشان رهيا آهن ۽ ماڻهن کي پنهنجي اخلاق موچاري ڪرڻ ۾ پاڻ ۾ ٿهي هلڻ جي طرف ڪيترو نه نرمائيءَ ۽ رحمدليءَ سان چڪيندا رهيا آهن، جنهن ۾ سندن دين ۽ دنيا ٻنهي جي ڀلائي سمايل آهي، ته پوءِ کين هي ضروري علم لازمي طرح سان حاصل ٿي ويندو ته پاڻ سڳورن ﷺ جي پنهنجي امت تي شفقت پيءُ جي پنهنجي اولاد تي شفقت کان گهڻو وڌيڪ آهي. جڏهن وري سندن عجيب ڪارنامن کي خيال ۾ آڻيندو ۽ غيب جي انهن حيرت انگيز ڳالهين تي سوچ ڪندو، جي سندن زبان مبارڪ مان قرآن پاڪ ۽ حديث ۾ آيل آهن ۽ جو ڪجهه آخر زماني

جي حالتن بابت اڳواٽ ٻڌايو اٿن ۽ جن مان ڪي سندن قول مطابق ٿي به گذريون آهن، لازمي طور ان وقت ان ماڻهوءَ کي هي ضرور معلوم ٿي ويندو ته پاڻ سونهارا هڪ اهڙيءَ حالت کي وجي رسيا آهن، جا عقل جي پهچ کان ٻاهر آهي، ۽ جت پاڻ سڳورن لاءِ اها اک کلي آهي، جنهن جي اڳيان غيب پڌرو ٿي پيو آهي، ۽ اهي راز ظاهر ٿيا آهن، جي سواءِ ڪن خاص بندن جي ٻيو ڪو به سمجهي نٿو سگهي. ضروري علم کي پرائڻ جو هيءُ ئي طريقو آهي، جنهن ذريعي پيغمبر عليه السلام جي سچائيءَ ۾ ايمان آڻي سگهجي ٿو. تنهن ڪري تون به تجربو ڪر، قرآن تي غور ڪر ۽ حديثن جو مطالعو ڪر، پوءِ تون پاڻ اهو سبب چٽيءَ طرح سان ڏسندين. هي جيڪو ڪجھ اسان ٻڌايو آهي، سو فلسفي جي شاگردن کي خبردار ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي، ڇا لاءِ جو هن تنقيد جي هن زماني ۾، سخت ضرورت آهي.

**ايمان جي ڪمزوريءَ جو چوٿون سبب،** جو عالمن جي بڇڙيءَ زندگيءَ گذارڻ ڪري پيدا ٿيو آهي، تنهن مرض جو علاج ٽن نمونن سان ڪري سگهجي ٿو.

**پهريون:** تون پاڻ کي هيئن چئو ته اهو عالم جيڪو، تنهنجي خيال موجب، حرام کائي ٿو ته هن ڳالھ کان به واقف آهي ته شراب ۽ وياج حرام آهي ۽ هي به بخوبي ڄاڻي ٿو ته ڪوڙي ۽ چغلخوري حرام آهن ۽ تون به اهو سڀ ڪجھ ڄاڻين ٿو ۽ ان هوندي به اهي ڪم ڪرين ٿو، ۽ اهو انهيءَ ڪري نه ته تون انهن کي گناھ ڪري نٿو مڃين (گناھ نٿو

سمجهين)، پر هن ڪري جو تنهنجي نفسانيت تو تي غالب آهي، ساڳيءَ طرح انهيءَ عالم جي نفسيانيت به تنهنجي نفسانيت وانگر آهي ۽ اها ان تي غلبو حاصل ڪري چڪي آهي، جيئن تو تي غلبو حاصل ڪيو اٿس. باقي هن ڪي جو پين مسئلن جو علم آهي، جنهنڪري هو تو ڪان امتياز رکي ٿو ته اهو ڪو هن معين حرام لاءِ زياده جهل ۽ روڪ جو ڪم ٿو روئي ٿو ڏئي! ڪيترا اهڙا آهن جي علم طب ۾ ويساھ رکن ٿا، مگر ان هوندي به هو ميون کائڻ ۽ ٿڌي پاڻي پيئڻ کان پرهيز نٿا ڪن. جن جي استعمال کان طبيب کين جهليو آهي. پر اهو ڪو ان ڳالھ جو ثبوت ٿورو ئي آهي ته اهي شيون نقصانده نه آهن، ۽ سندن طبيب تي ويساھ رکڻ غير صحيح هو. هيءَ عالمن جي ڏڪي کائڻ جي جاءِ آهي.

**پيو**: عام ماڻهوءَ کي ائين چيو وڃي ته تو لاءِ هي مناسب آهي ته تون هي خيال رکين ته عالم پنهنجي علم کي پاڻ لاءِ آخرت جو خزانو ڪري ورتو آهي، ۽ هي گمان رکي ٿو ته سندس علم سندس ڇوٽڪاري جو سبب بڻبو ۽ سندس شفاعت ڪندو ۽ پوءِ انهيءَ ڪري ئي هو پنهنجي علم ۾ فضليت رکڻ سببان پين ڪمن ۾ سستي ڏيکاري ٿو. جيتوڻيڪ هيءَ زيادتي سندس (اعتراض ڪندڙ) خلاف هڪ حجت قائم ڪري ٿي، پر ان سان گڏ اها ان (عالم) لاءِ درجي ۾ زيادتيءَ جو ڪارڻ پڻ آهي، ۽ اهو بلڪل ممڪن آهي ته هو پنهنجي علم جي ڪري سلامتيءَ کي ويجهو اچي پوي. جيتوڻيڪ هو پنهنجا عمل ترڪ رکي ٿو. اي عامي، تون جڏهن ان کي ڏسين ٿو، تڏهن پنهنجو عمل ترڪ ڪرين

ٿو ۽ هوڏانهن تون علم کان به خالي آهين، جنهن ڪري تون پنهنجي بچڙي عمل سبب تباهه ٿيندين ۽ ڪو شفاعت ڪندڙ نه لهندين.

ٽيون: هيءَ هڪ حقيقت آهي ته حقيقي عالم گناهه نه ڪندو آهي مگر پُل کان، ۽ ان گناهه ڪرڻ تي وري زور هرگز نه ڏيندو آهي. ۽ حقيقي علم اهو آهي جو ڄاڻائي ٿو ته گناهه هڪ هلاڪت آڻيندڙ زهر آهي، ۽ آخرت هن دنيا کان ڀلي آهي. هاڻي جيڪو ان ڳالهه کي ڄاڻندو، سو ڀلي کي ڪڏهن به سادي خاطر نه وڪڻندو.

هي علم ٻين مختلف علمن جي ذريعي حاصل ٿي نٿو سگهي. جن ۾ اڪثر ماڻهو مشغول آهن. اهو ئي ته سبب آهي، جو اهو علم انهن کي الله تعاليٰ جي نافرماني ڪرڻ لاءِ اپاري ٿو. باقي جيڪو حقيقي علم آهي، سو ته انسان کي ڊپ، خوف ۽ اميد ۾ وڌائي ٿو، ۽ اهو سندس ۽ گناهن درميان روڪ بڻجيو پوي، سواءِ ڪن ڀُلن چڪن جي جن کان ڪوبه انسان ڪمزوريءَ جي وقت خالي ڪونهي، مگر ياد رهي ته اهو هن جي ايمان جي ڪمزوريءَ جو دليل ڪونهي، مومن جڏهن به سڌيءَ راهه کان ٿڙڪي ٿو، تڏهن توبهه تائب ٿئي ٿو ۽ گهڻو گهڻو ڏور رهي ٿو.

مون جو ڪجهه فلسفي ۽ ”تعليم“ جي غلطين جي مذمت ۾ بيان ڪرڻ چاهيو ٿي، سو سڀ هي آهي: هتي انهن جي غلطين کي به بيان ڪيم، جي انهن (ٻنهي) جو ناڪار ڪن ٿا.

**الله تعاليٰ کان دعا ٻنان ٿو ته** شال رب ڪريم اسان کي انهن منجهان ڪري، جن کي پاڻ پسند ڪيائين ۽ چونڊيائين، ۽ جن کي صحيح

رستي ڏانهن هدايت ڏيئي آندائين ۽ جن کي پنهنجي ياد جو الهام فرمايائين، ۽ جي کيس ڪڏهين به نٿا وسارين ۽ جن کي پنهنجي نفس جي شر کان بچايائين، تان جو هو ڪنهن ٻيءَ شيءِ کي مٿس ترجيح نٿا ڏين: ۽ انهن مان ڪري، جن کي هن پنهنجي لاءِ خاص ڪري رکيو ۽ جي سندس کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي به عبادت نٿا ڪن!

تمت بالخير

---

[1] قرآن مجيد ــ الم ؛ احسب الناس ان يتر كوا ان يقولوا! آمنا وهم لا يفتنون. ولقد فتنا الذين من قبلهم.

[2] قرآن مجيد ــ ولقد كذ بت رسل من قبلک فصبرو علي ما كذ بو او اوذوا حتي اتاهم نصرنا ولامبدل لكلمات الله ولقد جاءَ ک من نباءِ المرسلين.

[3]قرآن مجيد ــ يٰس؛ والقرآن الحكيم.

[4] اِنما تنذر من اتبع الذكر.

[5] امام غزالي، انهيءَ حديث ڏانهن اشارو ڪري ٿو جنهن ۾ آيل آهي ته ”ان الله تعاليه يبعث لهذه الاءُمہ علي راس كل مئة سنة من يجد دلها دينها.

[6] صحيح مسلم ۾ آيل آهي ته نبي سائين جن فرمايو آهي ته ”اِن قلوب بني آدم كلهابين اصبعين من آصابع الرحمن، كقلب واحد، يصرفہ كيف يشاءَ.

[7] درهم جي ڇهين پتي، اٽڪل چار رتيون.

[8] هن ڪتاب جو نالو ڪنهن به فهرست ۾ نه ٿو ملي.
[9] منيٰ ۾، حج جي موقعي تي، شيطان کي پٿرين هڻڻ کي ”رمي“ چئبو آهي.

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Sufism/Book15/Book_page1.html

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Sufism/Book15/Book_page6.html

http://www.al-mostafa.info/data/arabic/depot/gap.php?file=000107-www.al-mostafa.com.pdf